# تصوف جا اصطلاحات

378 ھ ۾ لکيل تصوف جي جڳ مشهور ڪتاب "ڪتاب اللمع في التصوف"
۾ ڏنل تصوف جي بنيادي اصطلاحن جو سنڌي ترجمو

ليکڪ :
**شيخ ابو نصر سراج**

سنڌيڪار :
**ستار پيرزادو**

Sindhica
سنڌيڪا



ڪتاب نمبر

(393)

چپائيندڙ جا حق ۽ واسطا محفوظ

پهريون ڇاپو: 2016ع
ڪتاب جو نالو: تصوف جا اصطلاحات
ليکڪ: شيخ ابونصر سراج
سنڌيڪار: ستار پيرزادو
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت: =/100 رپيا

"TASAUF JA ISTLAHAAT"
(Basic Terms of Mysticism)
By: Abu Nasar Sarraj
Translated by: Sattar Pirzado
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road, Karachi-74400

اسٽاڪسٽ

سنڌيڪا اڪيڊمي B_24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400. فون: 021_32737290
سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03133692150-
سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803- 03013431537
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521، 0300_343115
ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور، سنڌ ڪتاب گهر نيم ڪي چاڙهي سکر- سلمان ڪتاب گهر پنوعاقل - ڀٽائي بوڪ هائوس حيدرآباد03223011560 - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاٽي ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو- حافظ بوڪ اسٽور، خيرپور بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - مشعل ڪتاب گهر پڏعيدن 03063291657 - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، وسيم ڪتاب گهر لکي در. سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور. سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گهر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535 ، مڪتبه امام العصر گهوٽڪي، 03033695037

لکپڙهه لاءِ

سنڌيڪا اڪيڊمي

B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400
فون: 021-32737290 ، ويب سائيٽ: www.sindhica.org
اي ميل: sindhicaacademy@gmail.com

# انتساب

جو ڳي پنهنجي جوءِ ويا، جهڙ جئن نيڻ جهمن
سخن ساهيڙن جا، هينئڙي منجهه هرن
سڄو موت مڱن، اڌ ڪتا آرام لئہ
(شيخ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي)

قلم جي هيءَ ڪرت، اپريان ٿو
**خواجہ محمد الزمان لواريءَ**
واري ڪي
جنهن جي برقعو متائڻ تي اهو بيت
سرجيو ويو هو

**ستار پيرزادو**
19 سيپٽمبر 2015ع

# فهرست

## تصوف جا اصطلاحات

# صاحب ڪتاب جو تعارف

’ڪتاب اللمع في التصوف‘ جو مصنف ، طائوس الفقراءُ ابو نصر سراجؒ (378هہ) آهي، جنهن هي ڪتاب لکيو آهي،جيڪو پوءِ تصوف تي لکجندڙ هر ڪتاب جو ماخذ بڻيو. هي ڪتاب تصوف جي مڙني فڪري ۽ عملي تعليمات جي لاءِ ماخذ ڪتاب ۽ سند چيو ويو. سندس اصل نالو ’عبدالله بن محمد يحيٰ، ابو نصر سراج ۽ لقب طائوس الفقراءُ‘ هو، پاڻ طوس (ايران يا فارس) ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان علم و فضل، زهد وتقويٰ ۾ مصروف هو، سندس شروعاتي حالتن جو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. عبدالرحمان سلمي هن جو مختصر تعارف ’ڪتاب الصوفيہ‘ ۾ ڏنو آهي. ’تذڪرت الاوليا‘ ۾ بہ سندس ڪجهہ تفصيل ملي ٿو. ان ڪانپوءِ ’نفعات الانس‘ ۽ ’شذرات الذهب‘ ۾ بہ هن بابت ڪجهہ احوال ملي ٿو. ابو نصر سراج؛ جن علماءِ کان علم حاصل ڪيو، انهن ۾ جعفرالغلدي 348هہ، ابو بڪر بن محمد دائود الدقي (360هہ)، احمد بن محمد السائح جا نالا اچي وڃن ٿا . جيئن تہ متي ذڪر ڪيل مڙئي عالم،ظاهري علمن کان سواءِ باطني علمن جا بہ پختا شيخ هئا، ان ڪري ابو نصر سراج باطني علمن جي تڪميل بہ انهن ئي مشائخن کان حاصل ڪئي، سندس طريقتي شيخ ابو محمد 328هہ جو ذڪر پڻ اچي ٿو.

. ’ڪتاب اللمع في تصوف‘ ۾ پنجن جاين تي شيخ احمد بن محمد جو ذڪر اچي ٿو، تنهن هوندي بہ سندس بعيت جو اشارو نہ ٿو ملي. ڪن ذڪر ڪندڙن لکيو آهي تہ، ابو نصر سراج؛ شيخ ابو محمد عبدالله بن المرتش جي

هٿ تي بعيت ڪئي هئي، جن جو سلسلہ طريقت حضرت جنيد بغدادي سان (298هہ) هو.

ابو نصر سراج صوفين جي روايت مطابق وڏا وڏا سفر ڪيا، ان دوران ڪيترن ئي وڏن صوفين سان سندس ملاقاتون ٿيون.

پاڻ ظاهري ۽ باطني علمن جو عالم، عابد، زاهد ۽ انتهائي باڪمال شخصيت جو مالڪ هو. شيخ ابو نصر سراج جتي تصوف کي علمي بنياد فراهم ڪيو، بلڪل ايئن هن تقويٰ ۽ 'تعلق بالله' جا بہ اهڙا مثال قائم ڪيا، جيڪي باقي دنيا ۾ لائق تقليد رهندا.

هڪ ڀيري ذڪر يار هلندي، معرفت جي ڪنهن نڪتي تي ڪين وجد اچي ويو ۽ بي خوديءَ جو عالم ظاهر ٿيڻ تي، پرسان ٻرندڙ سگريءَ ۾ مٿو وجهي سجدي ۾ هليو ويو. جڏهن ان مان نڪتا ۽ مٿو ڪنيائون تہ سندس چهري تي سڙڻ جو ڪو بہ نشان نہ هو.

پاڻ پوري زندگي ظاهري ۽ باطني علمن جي لکڻ ۽ ڦهلائڻ ۾ گذاري ڇڏيائين، 'طبقات الصوفيہ' جو ليکڪ ابو عبدالرحمان محمد بن الحسين السلمي جو بہ سندس شاگردن ۾ شمار هو.

پاڻ 378هہ طوس ۾ ئي خاڪي جسم مان آزادي ماڻيائين. پاڻ موت کان اڳ وصيعت ۾ چيو هئائين، "جيڪو لاش منهنجي مزار جي آڏو لنگهي ويندو، ان جي بخشش ٿي ويندي." تنهن ڪري طوس ۾ اڄ بہ ميت کي سندس مزار جي آڏو آندو ويندو آهي.

'ڪتاب اللمع في تصوف' ۾ ان جي لکڻ جو ڪو بہ سن ڄاڻايل ناهي ، پر جيئن تہ مصنف جي تاريخ وفات 378هہ تي اعتبار آهي يا سڀ ليکڪ متفق آهن، ان ڪري اها ڳالهہ چئي ٿي سگهجي تہ 'ڪتاب اللمع في تصوف' چوٿين صدي هجريءَ ۾ لکيو ويو هوندو، تنهن ڪري هن ڪتاب جو قديم ترين ڪتابن ۾ شمار ٿئي ٿو.

خواهش اٿم تہ جيڪڏهن هيءَ سڄي جو سڄو ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ الٿو ڪري ڇپائجي، جيئن اسان جي صوفي مت سان لاڳاپيل درگاهن جي سنڀاليندڙن لاءِ رهنما ثابت ٿئي، ڇاڪاڻ جو اڄ اهڙا نہ مدرسہ آهن ۽ نہ ئي اسان وٽ صوفي مت سان واڳيل ڪي ليکڪ ئي رهيا آهن.

# مقدمو

اها راءِ پختائيءَ سان ثابت ٿي آهي تہ اسلام جي نفاذ ۾ ان کانپوءِ خلفاءِ راشدين جي دؤرِ خلافت ختم ٿيڻ کانپوءِ، جڏهن خلافت جي ناليءِ ۾ ملوڪيت ڪاهي پئي، جنهن جي ڪري ان دؤر جي شڌ مسلمانن ۾ هڪ ڏپ اچي واسو ڪيو تہ، انهن مان هڪڙو گروهہ مخصوص اسلامي قدرن جي بچاءَ لاءِ اٿي کڙو ٿيو. سندن ذهن ۾ اسلام جا اخلاقي ۽ روحاني قدر پائمال ٿيڻ کان بچاءُ هو. اسلام جو اخلاقي، عبادتي فڪر و عمل جي پاڪيزگي، خدمت گذاريءَ کي قائم رکڻ لاءِ اها ذميواري پاڻ نباهڻ جو پڪو پهہ ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ان دؤر ۾ خليفن بدران بادشاهت جو بنياد پوڻ شروع ٿي ويو هو. انهن اسلام جي بچاءَ ۾، خدمتِ مذهب سان گڏوگڏ خدمتِ خلق کي پنهنجو اصول بڻايو ۽ اڪثر وقت غور ۽ فڪر ڪندا رهندا هئا ۽ پنهنجو پاڻ کي ٿاهر ٺوهہ کان پاسو ڪندي، اهڙي لباس کي زيب تن بڻايو، جيڪو گهٽ ميرو ٿئي ۽ جلد جلد بدلائڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿئي. تنهن ڪري اهڙي لباس کي ترجيح ڏني وئي جيڪو اُنّ يا پشم جو هوندو هو. جيئن تہ عربي ٻوليءَ ۾ 'صوف' اُنّ يا پشم کي چيو ويندو آهي، تنهن ڪري اهڙو لباس پهريندڙن کي 'صوفي' سڏيو ويو.

شاهہ لطيف ڀٽائيءَ اهڙن ماڻهن ڏانهن هن طرح اشارو ڪيو آهي تہ:

صـــوفيءَ صـــاف ڪيـــو، ڏوئـــي ورق وجـــود جـــو،
تهـــان پـــوءِ ٿيـــو، پـــاڻهئي پســـڻ پـــرينءَ جـــو.

(سر يمن ڪلياڻ داستان 5، بيت 5 (شاهواڻي)

انسان کي هميشہ ان ڳالهہ جي حيرانگيءَ ڪري جستجو رهي آهي تہ انسان جو اچڻ ڪٿان ڪان آهي ۽ سِندس وڃڻ ڪيڏانهن ٿو ٿئي؟ يعني ڄمڻ ۽ مرڻ جو

کھڙو فلسفو آهي. جديد دؤر ۾ مادي کوجنائن جي باوجود، اکيچار سائنسي ايجادن باوجود، انسان پنهنجي خالق جي تخليق ۾: اڄ بہ منجهيل آهي ۽ کيترن ئي فلاسافرن، ڏاهن، دانشورن، ان جو صحيح جواب ڳولهي نہ ڪڍيو آهي. سواءِ ان جي تہ خالقِ ڪائنات جي تصور ڪي، اهڙن صوفين ئي چيو تہ، قرآني لفظ 'لن تراني' (ڏسي نہ سگهندين) ان ڳالھ جو جيئن تہ در ئي بند ڪري ڇڏيو تہ، اوهان مون کي ڏسي نہ سگهندا، ڇاڪاڻ جو هو هڪڙو 'نور السماوات والارض' آهي، جنهن کي هي انساني خاڪي اکيون ڏسي نہ ٿيون سگهن. سندس آواز کي هي انساني خاڪي ڪن ٻڌي نہ ٿا سگهن، جنهن ڳالھ ڏانهن شاھ لطيف ڀٽائي هن طرح اشارو ڪيو تہ:

هي ڪن ڳاڙهان وڪٽي، ڪن ڪي ٻيا ڳنهيج،
انين ساڻ سٽيج، پريان سندي ڳالهڙي.
(سر راملڪي، داستان 4، بيت 23 شاهواڻي)

يا وري مخدوم نوح ﷫ هيئن چيو:

اپٽيان تہ انڌيون، پوريون پرين پسن،
آهي اڪڙين، عجب پر پسڻ جي.
(هن بيت جو حوالو ملي نہ سگهيو)

هاڻ اسان جي سنڌ ۾ ٻن دؤرن ۾ صوفين جي سرواڻن جيڪا ڳالھ چئي آهي، انهيءَ جو مقصد تہ هن جهان ۾، صوفين جي سٽ جا اهڙا ساٿاري بہ آهن، جيڪي هنن ڪنن ڪانسواءِ اڻ لکائيندڙ ڪنن سان پرينءَ 'الله تعالىٰ' يا رسول ڪريمﷺ ياران ڪي چيل ڳالهيون ٻڌن ٿا، ان جي تصديق وري نقشبندي صوفين جي سٽ جي ساٿاري خواجہ محمد الزمان هيئن ڪئي تہ:

ڪُپيري اوري رهيا، اَبَدَ ٻڌائون،
اُنين وٽان آئون، رهيٰ آيس راتڙي.*

هاڻ اسان اڄون ٿا ان اُصل ڳالھ طرف تہ پوءِ اهڙن صوفين جي سٽ جا وري بہ وڏا فڪري فلسفا آهن، 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود'. هند - سنڌ ۾



---

* نوٽ: هي بيت سندن بيتن واري مجموعي 'ابيات سنڌيءَ' ۾ آيل ناهي، پر شاھ لطيف جي پڇيل سوال جي جواب ۾ چيل آهي.

اڪثر صوفين جا سلسلا جيڪي رائج پذير آهن، انهن مان ٽي مسلڪ يعني چشتي، سهروردي ۽ قادري، 'وحدت الوجودي' فڪر سان تعلق رکندڙ آهن، باقي 'وحدت الشهود' جي فڪري فلسفي سان فقط نقشبنديہ مسلڪ جا بزرگ لاڳاپيل آهن. اسان هتي پڙهندڙن ۽ صوفي مت سان دلچسپي رکندڙ دوستن لاءِ انهن مسلڪن جي ڪجهہ ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪنداسون. ان ڪانپوءِ صوفين جي مسالڪ ۾ جيڪي اصطلاحات وقت بوقت ڪتب آندا ٿا وڃن، انهن جي ڄاڻ بہ ڏيڻ ضروري سمجهون ٿا، تنهن ڪري اهڙا صوفين جا اصطلاحات 'ڪتاب اللمع في تصوف' جنهن جو مصنف ابو نصر سراج (378 هہ) آهي، تنهن تان ترجمو ڪيل ، سيد اسرار بخاري ۽ ڊاڪٽر پير محمد حسن جي اردو ٻوليءَ مان سنڌيءَ ۾ الٿو ڪيو ويو آهي.هي ڪتاب اصل ۾ عربي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي.جنهن جو دنيا ۾ صرف پهريون اردو ترجمو ٿي ٿي سگهيو آهي.

تصوف جي سلسلي کي عام ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهريون ڪتاب عبدالله بن المبارڪ مروزي لکيو، ۽ پوءِ ٻين بہ اهڙي همت ڪئي. انهن جو وچوڙ پڻ دلچسپي رکندڙن لاءِ هيٺ ڏجي ٿو.

| ڪتاب | ليکڪ | سال |
|---|---|---|
| ڪتاب الزهد | عبدالله بن المبارڪ المروز | 181 هہ |
| الرعايتہ الحقوق الله | حارث بن الاسد المحاسبي | 243 هہ |
| ڪتاب اللمع | حارث بن الاسد المحاسبي | 243 هہ |
| ڪتاب المواقف، | محمد بن عبدالجبار النفري | 354 هہ |
| ڪتاب المخاطبات، | محمد بن عبدالجبار النفري | 354 هہ |
| بستان العارفين ابلاوالليث | نصر بن محمد السمرقندي | 393 هہ |
| ڪتاب اللمع في تصبوف | ابو نصر سراج | 387 هہ |
| التعرف المذهب اهلِ تصوف، | ابوبڪر الڪلابازي | 385 هہ |
| قوت القلوب | ابو طالب المڪي | 386 هہ |
| طبقات الصوفيہ | عبدالرحمان السامي | 412 هہ |
| حليت الاولياءِ | ابو نعيم الاصفحاني | 430 هہ |
| الرسالت القشيريہ، | ابوالقاسم القشيري | 465 هہ |

اصل ۾ متي ڄاڻايل سڀ ڪتاب عربي يا فارسي زبانن ۾ لکيل آهن، پر جنهن زماني ۾ سنڌ اندر تصوف جا سلسلا روان دوان هئا،تڏهن انهن جي تعليم ۾ نصابي ٻولي عربي ۽ فارسيءَ ۾ هجڻ ڪري،هنن جي پڙهڻ ۽ پرجهڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪين هئي، پر اسان جنهن دؤر مان گذري رهيا آهيون، اهو دؤر سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمرانيءَ ڪري ۽ ان ڪان پوءِ، عربي ۽ فارسي اسان ڪان ڇڏائي وئي ۽ اسان جي تعليم ۾ تصوف جي سلسلن جي نہ سکيا رهي ۽ نہ اهڙا اولياءَ ڪرام ۽ مدرسا رهيا آهن، جهڙو مُدرس خواجہ محمد ابوالمساڪين ٺٽوي هو، جنهن جي هڪ نظر خواجہ محمدالزمان ڪي پرکي ورتو هو. هاڻ مُدرس روزگار خاطر پڙهائڻ جو ڌنڌو ڪن ٿا ۽ شايد پڻ روزگار حاصل ڪرڻ لاءِ سندون وٺن ٿا. هاڻ نہ اهڙي تعليم رهي آهي، جيڪا صوفين جي سلسلن جي ڄاڻ پنهنجي شاگردن کي ڏئي سگهي ، تنهن ڪري انهن صوفين جي مسالڪ جي مختصر وضاحت ڪرڻ جي اجازت گهرندس. هتي هڪڙي ڳالهہ برٽرينڊ رسلؔ جي چيل ڏيڻ گهران ٿو تہ، ”دنيا ۾ جيتري قدر عظيم ترين فلاسافر ٿي گذريا آهن، سمورن فلاسافيءَ سان گڏوگڏ تصوف جي ضرورت جو بہ اعتراف ڪيو آهي. فڪر جي دنيا ۾ انتهائي بلند مقام صرف سائنس ۽ تصوف جي اتحاد سان حاصل ٿي سگهيٿو. بهترين انساني خوبين جو اظهار فقط تصوف جي ذريعي سان ممڪن آهي.“(1)



## چشتي سلسلو

هن سلسلي جو جد امجد در اصل حضرت عثمان غني رضي الله عنه سان لاڳاپو رکي ٿو. پوءِ هي سلسلو خراسان جي شهر چشت ۾ حضرت ابو اسحاق چشتيءَ سان منسوب ٿيل آهي، هو پاڻ خواجہ منشاد دينوريءَ جو مريد ۽ خليفو هو، سندس وصال 392 هه مطابق 940ع ۾ ٿيو. برصغيرؔ ۾ ان سلسلي جو باني اڳواڻ خواجہ معين الدين چشتيؒ هو. جيئن تہ خواجہ صاحب بہ چشت جو رهاڪو هو ۽ سندس صوفياڻو سلسلو بہ چشتي هو. خلافت حاصل ڪرڻ کانپوءِ هند جي شهر ۾ رهائش اختيار ڪيائين ۽ سندن وصال بہ هندوستان جي شهر اجمير ۾ ٿيو، ۽ اڄڪلهہ خواجہ اجميريءَ جي نالي سان سندن مقبرو، ڪيترن ئي الجهيلن جي رهنمائي ڪري رهيو آهي.حضرت اسحاق چشتي، سماع جو شوقين هو، ڇو جو هو ڀڳتي تحريڪ مان گهڻو متاثر هئو، اهو ئي سبب آهي

جو چشتي سلسلي وارا سماع ۽ موسيقيءَ جا چاهيندڙ رهيا آهن ۽ اڄ ڏينهن تائين چشتي مسلڪ سان لاڳاپيل درويشن وٽ سماع جائز ۽ جاري آهي، جڏهن ته شريعت جي لحاظ سان راڳ ڳائڻ ۽ مسلسل ٻڌڻ جي منع ٿيل آهي.

چشتي سلسلي وارن ته هن تحريڪ جيان اسلام جي ترقيءَ لاءِ موسيقي ۽ سماع کي خدا سان ميلاپ جو وسيلو ٺاهيو، تنهن هوندي به ان دؤر ۾ تصوف هن وقت جي حالتن جيان زندگيءَ کان فرار جو نالو نه هو پر هڪ اعليٰ تر اخلاقي، تهذيبي ۽ روحاني زندگيءَ جو سرچشمو هو. خواجه نظام الدين اولياءَ اهڙو صوفي هو، جو علم ۽ حڪمت جو پوڄاري هو. هن جي خيال مطابق انساني خارجي علمن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ بغير روحاني ارتقا جون منزلون طئه نه ٿيون ڪري سگهجن. چشتي سلسلي وارا، علم و ادب سان گڏوگڏ عوام جي خدمت کي اهم سمجهن ٿا. ان سلسلي ۾ خواجه معين الدين چشتي عليه رحمت جو چوڻ آهي ته،" جيڪڏهن ڪو عبادت ۽ وظيفن ۾ مشغول هجي ۽ اوچتو ڪو حاجتمند اچي وڃي ته درويش کي عبادت ڇڏي هن جي طرف توجه ڏيڻ گهرجي ۽ وس آهر هن جي مدد ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ گهرجيس."

"سنڌ ۾ قادري، سهروردي ۽ نقشبنديه سلسلي جا بزرگ تمام گهڻا رهندا هئا ۽ انهن جي ڀيٽ ۾ چشتي سلسلي جا بزرگ تمام گهٽ ملندا، ان ڪري چشتي سلسلي جي سنڌ ۾ واڌ ويجهه مٿين سلسلن جي ڀيٽ ۾ تمام نه هئڻ جهڙي آهي."(2)



## سهروردي سلسلو

هي مسلڪ حقيقت ۾ حضرت عمرفاروق رضيه الله عنه سان لاڳاپو رکي ٿو ۽ اڳتي هلي هن سلسلي جو پختو بنياد شيخ ابوالنجيب عبدالقادر سهرورديءَ رکيو هو.هو سن 491 هه مطابق 1097ع ۾ ايران جي شهر سهرورد ۾ پيدا ٿيو ۽ سندس وصال بغداد ۾ 563 هه 1168ع ۾ ٿيو. پاڻ حضرت عبدالقادر جيلاني ۽ شيخ احمد غزاليءَ کان فيض حاصل ڪيائين. پاڻ ظاهري ۽ باطني علمن جو ماهر هو ۽ اندر جي صفائي، تزڪيهءِ نفس تي تمام گهڻو زور ڏيندو هو. هن سلسلي جو اهم شخص شيخ شهاب الدين سهروردي آهي. هن سلسلي وارا شريعت جا پابند ۽ نوس تبليغي ڪم ڪندا هئا. هن سلسلي وارن وٽ ساهه بند ڪري 'الله الله' چوڻ جو تاڪيد ڪيل آهي. هي قرآن پاڪ

پڙهڻ تي زور ڏيندا آهن. هنن وٽ ذڪر جلي ۽ خفي ٻئي رائج آهن. سماع جو رواج گهٽ ۾ گهٽ اٿن ۽ اڪثر جلالي طبيعت جا مالڪ هوندا آهن.

”سهروردي سلسلي جي هڪڙي شاخ ’شطاري‘ سڏائيندي آهي. اهي بزرگ سلوڪ ۽ طريقت ۾ پين بزرگن کان وڌيڪ سرگرم هجڻ سان گڏ جهنگلن ۽ رڻن پٽن ۾ عبادت ڪندا هئا. هن سلسلي جا بزرگ جتي به ويندا هئا ته نغارا ۽ عَلم ساڻ کڻي هلندا هئا. جتي منزل ڪندا هئا، اتي نغارو وڄائي اعلان ڪندا هئا ته آهي ڪو جو اسان وٽ اچي، جنهن کي اسين خدا جي سنئين واٽ ٻڌايون.“( 3)

## قادري سلسلو

قادريه مسلڪ جي ابتدا حضرت علي کان ٿيندي ۽ پوءِ اڳتي هلي قادريه مسلڪ جي سلسلي جو باني شيخ محي الدين ابو محمد قادر ٿيو. هو 470 هجري 1077ع ۾ ڄائو ۽ سندس وصال سن 561 هجري 1166ع ۾ ٿيو. شيخ محي الدين سان بغداد ۾ هڪ واقعو پيش آيو. هن هڪڙو پيلي چهري وارو شخص ڏٺو، جو پٽ تي پيو هو. تنهن کيس سڏي چيو: ”اي دستگير منهنجي حال تي رحم فرماءِ، منهنجي دستگيري فرماءِ ۽ پنهنجي چشمِ آب حيات مان مون کي هڪ قطرو عنايت فرماءِ.“ پوءِ هن جيئن کيس هٿ ڏئي اٿاريو ته هو گل وانگر ٻهڪڻ لڳو ۽ خوش چڱو ڀلو ٿي ويو. شيخ محي الدين اجا تعجب ۾ هو ته ان شخص چيس ته، ”مون کي سڃاڻئي مان ڪير آهيان؟“شيخ محي الدين جي انڪار تي هن وراڻيس، ”مان تنهنجي ڏاڏي جو دين اسلام آهيان، جيئن ته مان ڪمزور ٿي چڪو آهيان، تيئن دين اسلام به ڪمزور ٿي چڪو آهي، جيئن توهان جي هٿ مون کي چڱو ڀلو ڪيو، تيئن دين اسلام کي به اوهان جي تبليغ ۽ تلقين سان تقويت ملندي.“ پوءِ هو جيئن بغداد جي جامع مسجد ڏانهن ويو، جيتوڻيڪ ان مهل هو پيرين اگهاڙو هو، ته کيس هڪ شخص، سيدي محي الدين نالي سڏي جُتي ڏني، جڏهن هو جامع مسجد مان ٻه رڪعتون نفل پڙهي نڪتو ته خلق جو هجوم کيس ’محي الدين، محي الدين ‘سڏيندو آيو.پوءِ هن سلسلي کي اڳتي وڌائڻ ۽ تڪميل تي پهچائڻ جو ڪم، سيد عبدالقادر جيلاني جي هٿان ٿيو. هن مذهب کي سياست کان الڳ رکڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن ڪري هن سلسلي کي قادري سلسلي جو نالو ڏنو. هن سلسلي ۾ خرڪو حاصل ڪرڻ

جي ضرورت نہ هوندي آهي، پر جنهن کي دل ۾ اميد ۽ ان سلسلي سان عقيدت آهي، اهو هن سلسلي ۾ اچڻ لاءِ ڪافي آهي. هن سلسلي ۾ ڪنهن بہ قسم جي انتهاپسنديءَ کي ڪا بہ جاءِ ناهي. هن سلسلي جو بنياد اصل ۾ جنيد بغداديءَ جي تعليم تي رکيل آهي. سندن ذڪر جو طريقو اصل ۾ پنج تسبيحون آهن، جن ۾

1. لا الٰہ الاالله 2. لا الٰہ 3. الله الله 4. الله هو 5. هُو هُو.

شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري ان ۾ تبديلي ڪري ٽي تسبيحون، ”الله هو، الله الله، هُو هُو، پڙهائيندو هو، هن طريقي ۾ ذڪر سان گڏ تنبوري سان هڪ گيت ڳائيندا آهن. ان جي ڳائڻ سان هو وجد ۾ اچي ويندا آهن.“(4) اهو ئي سبب هو جو شاهہ لطيف تنبوري جي ٽئن تارن ۾ هڪ تار جو اضافو ڪيو، جيئن ذڪر ۾پنجين تار مان، ’هُو، هُو‘ جو آواز ملي سگهي.

هن سلسلي جا عالم پنجاب ۾ سماع جي خلاف آهن، پر سنڌ جا قادري صوفي سماع ٻڌندا آهن. ڪي سائي پڳ بہ ٻڌندا آهن ۽ لباس ۾ ڪو نہ ڪو حصو بادامي رکندا آهن ۽ درود پڙهڻ کي وڏي اهميت ڏيندا آهن.



## نقشبندي سلسلو

هي سلسلو حضرت رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي پهرئين خليفي ۽ يار غار حضرت ابوبڪر صديق ﷺ تعاليٰ عنہ جي توصلّ سان وجود ۾ آيو ۽ اڳتي ايندي هن سلسلي جو باني خواجہ بهاءُ الدين نقشبند ٿيو. جنهن نقشبنديہ تعليم جو بنياد، بايزيد بسطاميءَ جي تعليم تي رکيو. سندس ولادت سن 718 هجري مطابق 1318ع ۾ بخارا شهر ۾ ٿي. ان شهر وٽان هڪ اولياءُ الله بابا سهاسيءَ جو جڏهن بہ گذر ٿيندو هو تہ چوندو هو تہ، ”مون کي هن پوڻ۽ مان هڪ الله لوڪ جو هٻڪار پيو اچي. جلد ئي ان جي برڪت سان قصرِهندوان متجي قصرِعارفان ٿي پوندو.“ ڇاڪاڻ جو هن علائقي ۾ خواجہ بهاءُ الدين جا والدين رهندا هئا. جڏهن خواجہ بهاءُ الدين جي ولادت ٿي ۽ سندس والدين کي بابا سهاسيءَ جي پيشنگوئيءَ جي پروڙ پئي تہ معصومڙي کي کڻي، اَٽي حضرت بابا سهاسيءَ جي خدمت ۾ حاضر ڪيائون، جنهن تي هن فرمايو تہ، ”هيءُ اسان جو فرزند آهي، سو اسين کيس قبول ٿا ڪريون.“ پنهنجي اصحابن کي چيائون تہ، ”هيءُ ئي اهو الله لوڪ آهي، جنهن جو هٻڪار اسان کي ايندو

هو، هي پنهنجي زماني جو قطب ٿيندو.“ان ڪري خليفي گلال هن املھ ماڻڪ جي تعليم و تربيت جو ذمو پاڻ تي ڪنيو ۽ ڪيس اهڙي تعليم ڏنائين جو هو زماني جو يگانو گوهر ٿي پيو. سندس وصال جو سال 1388ع ڄاڻايل آهي.(5)

جڏهن سالڪ پنهنجي طبعي وجود جي نفي ڪندو ۽ الله تعاليٰ جي اثبات، تہ ان لاءِ پڻ هن سلسلي ۾ ڪارگر اصول موجود آهن. سالڪ کي گهرجي تہ سارو وقت مراقبي ۾ مشغول رهي. هن سلسلي جي شهرت تڏهن اڏي جڏهن امام رباني شيخ احمد سرهندي مجدد الف ثانيءَ جي نظرئي وحدت الشهود مشهوري ماڻي، جيڪو هن وحدت الوجود جي ڪن اوڻاين کي نظر ۾ رکندي اڳتي آندو ۽ ان جي پرچار ڪيائين. جنهن لاءِ شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ جو چوڻ آهي تہ، ”مون عين اليقين سان ڄاتو تہ وحدت الوجود سوڙهي گهٽي آهي، وڏو رستو اڃا ڪو ٻيو آهي.“(6) هن سلسلي جا يارنهن بنيادي اصول آهن، هن سلسلي وارن وٽ ذڪر خفي رائج آهي. هن سلسلي جا يارنهن اصول هن ريت آهن.

خواجہ عبدالخالق غجدوانيءَ جي قوٰل مطابق نقشبندي طريقي جي عمارت هنن اصولن تي بيٺل آهي.

1. **نظر برقدم:** هلڻ ڦرڻ مهل ڪنڌ هيٺ جهڪيل رکڻ.
2. **سفر در وطن:** هن مان مراد باطني روحاني سفر آهي. سالڪ کي صفات بشريہ مثال، حسد، تڪبر، غيبت ۽ ريا کان ذهن کي هٽائي، صفات ملڪيہ، صبر، شڪر، خوف ۽ رجا ڏانهن ڏيان ڏيڻ آهي.
3. **خلوت درانجمن:** سالڪ هر ڪم ڪار، جاڳڻ توڙي ننڊ ۾ رب پاڪ جو ذڪر ڪندو رهي ۽ الله تعاليٰ کانسواءِ ڪجھ بہ ياد نہ هجيس. (هٿ ڪم ڪار ۾، دل يار ۾.)
4. **ياد ڪرد:** ذڪر ڪرڻ، زباني توڙي قلبي، نفي يا اثبات هجي، جيڪو اسم يا ذڪر مرشد وٽان ملي، ان جي اچارڻ (ذڪر ڪرڻ) ۾ مشغول رهي.
5. **باز گشت:** ڪلمو پڙهڻ سان گڏوگڏ دل ۾ بہ اچاريندو رهي.
6. **ياد داشت:** سالڪ حق تعاليٰ ڏانهن توجھ رکي، جيئن پڪ ٿي وڃيس تہ هو حقي آهي، ساڻس گڏ آهي.
7. **نگهداشت:** سالڪ نفساني خواهشن ۽ وسوسن کان پاڻ کي پري رکي ، نہ تہ پريشان گذاريندو.

8. **وقوف زماني:** سالڪ هر وقت پنهنجي حالت کان واقف هجي. ڪٿي غلطي نہ ٿي وڃي، غفلت جي صورت ۾ استغفار ڪري، آئينده ايئن نہ ڪرڻ جي همت هجيس.
9. **وقوف عددي:** سالڪ ذڪر نفي ۽ اثبات ۾ طاق عدد جي رعايت ڪري.
10. **وقوف قلبي:** سالڪ هر وقت قلب ۾ الله تعاليٰ کي ياد رکي. ان لاءِ ذڪر ڪرڻ وقت الله تعاليٰ کي ياد رکڻ لازم آهي.
11. **هوش در دم:** هر ساهہ کڻڻ وقت بيداريءَ جيئن ذڪر لساني ۽ قلبي دل جي سچائيءَ سان ڪري.(7)

هن نقشبندي سلسلي ۾ دل جي صفائيءَ جا ٽي طريقا رائج آهن (1) رابطہ شيخ (2) ذڪر (3) مراقبو ضروري آهن، انهن کانسواءِ هيٺين ڏهن لطيفن تي ڌيان ڏيڻ جو پڻ تاڪيد ٿيل آهي.

1. **لطيفہ قلب:** اکيون بند، سر جهڪيل، دل ۾ ذڪر الله.
2. **لطيفہ روح:** سيني ۾ کاٻي ٻبي جي هيٺان ان جي جاءِ آهي.
3. **لطيفہ سر:** سيني جي ساڄي ٻبي جي پرسان ان جي جاءِ تي ذڪر روحاني ۽ قلبي ڪجي.
4. **لطيفہ خفي:** هن جي جاءِ سيني ۾ ساڄي ٻبي جي پرسان آهي.
5. **لطيفہ اخفي:** هن جي جڳهہ سيني جي وچ ۾ آهي. هن ۾ بہ ساڳي طرح ذڪر جي تلقين ٿيل آهي.
6. **لطيفہ نقش:** هن جي جڳهہ دن کان بہ اڳر هيٺ آهي، پر مجدد الف ثاني چوي ٿو تہ پيشانيءَ جي وچ تي آهي.
7. **لطيفہ قالبيہ:** هن کي سلطان الاذڪار چئبو آهي، هن سان سڄو بدن ذڪر ڪندو آهي.
8. **لطيفہ نفي اثبات:** مٿين ذڪرن کان پوءِ نفي اثبات جواڄاري دماغ تائين پهچائي ۽ 'الہ' کي ڪنڌ کان ساڄي پاسي ڪٽي وڃي ۽ لفظ 'الاالله' کي عالم الامر جي پنجين لطائف مان گذاري، قوتِ خيال مان گذاري، دل تي شد مد سان ضرب هڻي. جيئن ذڪر جو اثر سڄي جسمي جاين تي پوي ۽ ساهہ کڻڻ مهل 'محمد الرسول الله' زبان سان چوي.
9. **تهليل سانيِ:** هن لاءِ بہ مٿئين طريقي سان ذڪر ڪبو آهي، پر ڪلمہ طيب زبان سان بہ ذڪر ڪبو آهي.

10. **مراقب احديث:** زبان ۽ خيال جي نيت ڪري ته منهنجي لطيفه قلب تي هن وليءَ جي ڪري ذات و صفات مان فيض اچي رهيو آهي، جو سيني خوبين ۽ اعمالن جو مرڪز آهي ۽ مڙني عيبن کان پاڪ آهي. هن مراقبي ۾ فيضان الاهي جي انتظار ۾ ويهڻ کپي. (8)

هي ته ٽيو ذڪر ڪرڻ جو بيان، انهن مسلڪن جو جيڪي دنيا ئي اسلام ۾ هڪ ڊگهي عرصي کان رائج آهن، ۽ انهن مسالڪ جا ڪيترائي پيروڪار اولياءَ ڪرام موجوده دنيا تائين هلندا ٿا اچن، پر اسان ۾ مادي دنيا جي هوس انهن کان پري رکي، نفس جي مضبوط چنبن ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي. دنيا ۾ انسان جنهن مطلب خاطر نائب ڪري موڪليو ويو هو، ڪانئس اها ڳالهه دنيا ئي جهنجهٽن وسارائي، مالي مشڪلاتن، حصول روزگار ۽ دنيا جي نت نين ايجادن، پاڻ ڏانهن متوجهه ڪرائي قؤل 'قالو بلا' ئي وسارائي ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ جو انسان اهڙين الجهنن ۾ الجهي پنهن جو پاڻ کان ئي بيزار بڻجي ويو آهي. سڪون جي تلاش ۾ سرگردان آهي، پر ڪيس ڪنهن به مادي شين مان سڪون ئي نه ٿو ملي. سڪون جنهن طرف آهي، انهيءَ طرف لڙڻ ئي سندس وس ۾ نه رهيو آهي.



هي مٿي ذڪر ڪيل صوفين جا مسلڪ جتان ڦٽا آهن، اهي ٻن قسمن جا آبشار آهن، تنهن ڪري دل چاهي ٿي ته پڙهندڙن کي انتهائي مختصر انهن جي ڄاڻ به ڏجي جيئن ڪين اها پروڙ به هجي ته اهي چارئي نديون ڪهڙن آبشارن مان وهي نڪتيون ۽ ساري دنيا جي خدا ترس، خدمت خلق جي خيال لاءِ ذهنن کي آماده ڪيو. اهي ٻه آبشار آهن، 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود'. هتي انهن ٻنهي جهرڻن جي ٿورن لفظن ۾ سمجهاڻي ڏبي. هونءَ ڪيترن ئي محققن انهن بابت پورا ڪتاب لکيا آهن يا مختلف ڪتابن ۾ پورا وضاحتي باب به لکيا آهن.

### وحدت الوجود

'وحدت الوجود' جو تعلق علم اليقين سان آهي. هن جو بنياد محي الدين ابن عربيءَ (628-560 هجري) ۾ رکيو. سندس چوڻ هو ته، ”هيءَ ڪائنات پنهنجي سمورين رنگينين ۽ ان هن جي هير ڦير سان خالق اعظم کان ڪو الڳ وجود نٿي رکي.“(9) 'وحدت الوجود' يا 'همه اوست' (سڀ ڪجهه اهو ئي) جو روح روان هو. اڪثر صوفيه ڪرام انهيءَ وات تي هليا آهن.

جڏهن ته شيخ عبدالحق مُحدث دهلويءَ، جو چوڻ آهي ته،"مون کي عين اليقين سان خبر پئي ته توحيدي وجودي (وحدت الوجود) سوڙهي گهٽي آهي، وڏو رستو ڪو ٻيو آهي."(10)

تنهن هوندي به ابن عربيءَ پنهنجي مکتبه فڪر کي پنهنجو عملي موضوع بڻايو ۽ ڪيئي ڪتاب لکيا، جن ۾ هن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪائنات ۽ ڪائنات جي خالق جو وجود هڪ آهي. ڇاڪاڻ جو سندس آڏو هن کان اڳ بايزيد بسطاميءَ جو نعرو 'اني سبحاني ما اعظم شاني' ۽ حسين بن منصور الحلاج جو نعرو 'اناالحق' مشهور هئا. تنهن ڪري هن جو چوڻ هو ته،" اسلامي عقيدن جو اولين بنياد توحيد آهي، پر جيڪڏهن وجود جي مرتبي ۾ دوئي کي داخل ڪيو ويو، يعنيٰ ٻه وجود قبول ڪيا ويا، ته توحيد جون پاڙون ڪپجي وينديون." سندن هي به چوڻ آهي ته،"الله تعاليٰ هر ڪک پن ۽ ساهه واري ۾ موجود آهي. هر انسان ۾ رب پاڪ جون صفتون موجود آهن. فرق صرف اهو آهي ته انسان رب پاڪ جي تخليق آهي."( 11)

اڳتي هلي انهن ڳالهين انسان ۾ کي خرابيون پيدا ڪيون، ته جيڪڏهن انسان رب پاڪ جي صفت آهي ته ڄڻ ته انسان ۾ رب پاڪ موجود آهي، پوءِ جڏهن انسان ۾ رب پاڪ موجود آهي ته هر ڪنهن جي تعظيم به ان معيار جي تيڻ گهرجي ۽ اها ئي پوائنٽ ڪن خرابين جو سبب بڻي.



## وحدت الشهود

'وحدت الشهود' يعني 'همہ ازاوست' يعني سڀ ڪجهه هن کان آهي، هن نظرئي جو باني شيخ احمد مجدد الف ثاني (971-1034 هه) هو. هن جو چوڻ هو ته جيتوڻيڪ جملي هستيءَ جو بنيادي وجود ڪل خدا تعاليٰ آهي، پر پيدا ٿيڻ بعد سالم ناسوت (مادي دنيا) پنهنجي هستي رکي ٿي. هن پنهنجي روحاني تجربي سان دعويٰ ڪئي ته فرد جي روحاني ارتقا ٽن منزلن مان گذري ٿي.' وحدت الوجود' جو تجربو پهرين منزل تي ٿيندو آهي جيڪا سڀ کان هيٺاهين منزل آهي. هن منزل تي سالڪ، عالم کي حق سبحانه جو ضِلُ قرار ڏيڻ وارو تجربو پهرين منزل تي ٿيندو آهي، جيڪا سڀ کان هيٺاهين منزل باوجود هيءَ دعويٰ ڪري ٿو ته هن وجود جو فقط مرتبه حس ۾ آهي. "نقشبندين وحدت الشهود کي رائج ڪيو. هن طريقي ۾ ذڪر خفي (لڪل) ڪرڻ تي زور ڏنو ويو،

۽ سندن خيال هو تہ الله تعاليٰ بصير آهي، اهو پانهي جي قلب تي نظر رکي ٿو." (12) (ڪتاب ساڳيو ص: 248) سندن عام چواڻي آهي تہ "هٿ ڪم ڪار ۾ دل يار ۾" جا قائل آهن. سندن روحاني سفر بہ هن ريت آهن. 'سفر درذات'، 'سفر در خلق'، 'سفر در خالق' ۽ وري 'سفر در خلق' ڪرڻ انتهائي ضروري ڄاتو وڃي ٿو. شاهہ لطيف پنهن جي هڪ بيت ۾ نقشبندين طرف، خاص طور سندن ذڪر بابت هيئن ٿو اظهار ڪري.

ايئن چرخو چور، جيئن پونءِ پٽڪو نہ پڌي،
اتـــي آڏيءَ رات جـــو، عجيـــبن ســـان اور،
تهسان پـوءِ تـور، تـہ سـون برابـر سُـٽَ ٿئـي.
(سر سريراڳ، شاهواڻي ، ص: 256)

هي آهي مختصر تر 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود' جي تعريف، اسان وٽ 'وحدت الوجود' وارن جي جيئن تہ گهڻائي آهي، تنهن ڪري 'وحدت الشهود' وارا پس پرده هليا ويا. عام ماڻهن کي بہ 'وحدت الوجود' جو فلسو وڌيڪ ٿو آئڙي ۽ انهن درويشن جي درگاهن کي ننڍي ڪنڍ ۾ مغلن جي دؤرِ حڪومت ۾ 'وحدت الشهودين' جي ڪجهہ پابندين جي ڪري ۽ سنڌ ۾ وري ڪلهوڙن جي دؤرِ حڪومت ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جهڙن عالمن ۽ 'وحدت الشهودي' بزرگن ڪري، جيڪا عام تي ديني سختي ڪئي وئي، ان ڪري هتي جو عوام' وحدت الشهودي' يا نقشبندي مسلڪ رکندڙ بزرگن کان ڇرڪي پيا، جو هنن وٽ شريعتي سختيون ضرور لاڳو ڪيل هيون. هن دؤر ۾ نقشبندي بزرگ ان ڪري مشهوري ماڻڻ کان رهجي ويا آهن، جو هنن وٽ 'وحدت الوجودي' يعني قادري ۽ سهروردي بزرگن جي درگاهن تي ميلا ملاکڙا ۽ راڳ رنگ جون محفلون مچڻ شروع ٿي ويون آهن. اهڙين حرڪتن جي نقشبندي مسلڪ سان لاڳاپيل بزرگ ڪڏهن بہ اجازت نٿا ڏين، تنهن ڪري اهي پس پرده هليا ويا آهن، ۽ پنهنجي خانقاهن ۽ پيروڪارن تائين محدود ٿي ويا آهن.

ڪراچي، 5 آڪٽوبر 2014ع

**ستار پيرزادو**

حوالا :

1. ’تاريخ تصوف‘، پروفيسر سليم چشتي، ص: 19، ۽ سراج السالڪين شيخ سلامت مگر پين شهيد، رسول بخش تميمي، ص: 29
2. ڀٽائيءَ جي دؤر جا صوفي، سلسلا، ڊاڪٽر مظهر عابد، ص 118-136 ثقافت کاتو، سنڌ، ڪراچي 2012ع .
3. ڪتاب ساڳيو ص: 165کان 166
4. ڪتاب ساڳيو ص: 207 کان 217 .
5. گربخشاڻي هوتچند مولچند، لواريءَ جا لال، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 2011ع ص: 17-18.6
6. رباني واحد بخش سيال، وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود، ص: 78.
7. گربخشاڻي هوتچند مولچند، لواريءَ جا لال، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 2011ع، ص: 19-20،
8. ساڳيو ذڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دور ۾ تصوف جا سلسلا: 248-249 تي به آيل آهي.
9. ڪتاب ساڳيو: ص: 249-250
10. رباني واحد بخش سيال، ڪپتان، وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود: 1988ع ص: 37)
11. مظهر عابد ڊاڪٽر، شاهه لطيف جي دور ۾ تصوف جا سلسلا 2012ع
12. ساڳيو ڪتاب، ص: 248

# اصطلاحات صوفي

(ڪتاب اللمع في التصوفَ)

## اَلحقُ، با لحقُ، لِلحقُ:

هتي ٺنهي جاين تي لفظ 'حَقُ' مان مطلب الله تعاليٰ آهي.
الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

وَلَوِاتَّبَعَ الْحَقُّ اَهْوَآءَهُمْ(المومنون : 71)

ترجمو : ۽ جيڪڏهن حق جي خواهشن جي پيروي ڪري ها.

ابو صالح ﷺ هِن آيت ڪريمه ۾ 'حق' جي شرح ڪندي لکيو آهي، "ان مان الله تعاليٰ مقدس آهي." ابو سعيد خراز ﷺ پنهنجي گفتگوءَ ۾ چيو ته: "بندو 'حق' سان وقف ٿيل آهي ۽ 'حق' جي لاءِ وقف ٿيل آهي، ان جو مطلب 'الله تعاليٰ آهي."

## مِنهُ، بَهِ ۽ لَهُ:

اها ٿي شرح 'مِنهُ، بَهِ ۽ لَهُ' جي آهي، جو ان ۾ 'هـ' جو خمير، الله ڏانهن رجوع ٿيل آهي. ان طرح اسان هيئن چونداسون ته 'مِنَ الله، بِالله ۽ لِلٰه'. ڪنهن وقت ان جو مطلب پاڻ بندو به هوندو آهي. جيئن 'مِن العبد، بالعبد ۽ للعَبد' ۽ جيئن ابو يزيد ﷺ چيو آهي، مون ڪي ابو علي السنڌيءَ چيو: "مان هڪ اهڙي حال ۾ هوس، جو مون ڪان منهنجي لاءِ، ۽ مون سان ساڻ قائم هو، ان ڪان پوءِ مان هڪ ٻئي حال تي آيس، جيڪو هن ڪان، هُن جي لاءِ ۽ هن ساڻ هوس."

هتي اهو ئي مقصد ٿو نڪري تہ بندو پنهنجي افعالن کي ڏسي پيو، تنهنڪري هو پنهنجي افعالن کي پاڻ، پنهنجي ذات سان منسوب ڪري ٿو، پر جڏهن سندس قلب تي الغارِ معرفت جو غلبو ٿيندو آهي ۽ اهو مڙني شين کي الله سان قائم، الله جي لاءِ ئي ڄاڻ ۽ ان جي لاءِ موٽندڙ ڏسندو آهي.

## حال:

اها هڪ اهڙي قلبي واردات آهي، جيڪا بندي تي هڪ خاص وقت تي ظاهر ٿيندي آهي،پوءِ قلب ۾ قرار پائيندي آهي.جڏهن دل ۾ رضا ۽ سڀ ڪجهہ الله کي سپرد ڪرڻ واريون صفتون موجود هجن، مالڪ اُن جي لاءِ صفاءِ باطن پيدا ڪندو آهي تہ پوءِ هيءَ حالت ختم تي ويندي آهي.

جنيد ﷺ جي مطابق، حال جي تعريف هيئن آهي، ”حال صفاءِ اذڪار جي ڪري باطن ۾ وارد ٿيندو آهي.خال صفاءِ اذڪار جي ڪري باطن ۾ وڌندو رهندو آهي ۽ زائل نہ ٿيندو آهي، جيڪڏهن زائل تي وڃي تہ حال نہ رهندو آهي.“



## مقام:

’مقام‘جون هي خاصيتون آهن تہ بندو هنن جي مخصوص احوال ۾ ان تي پهچندوآهي، جيئن مقام ِصابرين و متوڪلين .جيڪو بندي جو ظاهري ۽ باطني مقام آهي، سندس مجاهدات ۽ معاملات ۽ ارادات جي مطابق، بندو جنهن ’حال‘ ۾ مڪمل ٿيندو آهي، تہ اهو ئي ان جو مقام هوندو آهي. جنهن مان هو ايندڙ مقام تي پهچندو آهي ۽ اڳتي وڌندو رهندو آهي. جيئن اسان احوال ۽ مقامات جي باب ۾ ان جو ذڪر ڪري آيا آهيون.

## مڪان:

هي اهلِ ڪمال و استقامت ۽ تصوف ۾ مُنتهي صوفين جو حصو آهي. جڏهن بندو پنهنجي احوال ۾ ڪامل تي ويندو آهي ، تہ ڪيس هڪ مستقل مڪان عطا ڪيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هن جا احوال ۽ مقامات طئہ ڪيل هوندا آهن، تنهن ڪري نيٺ صاحبِ مڪان تي ويندو آهي. ڪنهن جو قؤل آهي:

مَكانِكَ من قلبى هُوَ لاقلب كِلِه

فليَسَ شيءِ مِنهُ غيرك موضع

ترجمو:منهجي دل ۾ تنهن جو مقام آهي تہ سچي دل تنهن جو مڪان آهي، ان ۾ تو کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي لاءِ جاءِ ئي ڪانهي.

## مشاهدو:

قدرت حق جون نشانيون ڏسي قلب ۾ حضورِ حق جو پيدا ٿيڻ ۽ انهن جي اوڏو ٿيڻ جو نالو مشاهدو آهي. مشاهدو ۽ مڪاشفو ٻنهي معنائن ۾ آيو آهي، ڇو تہ اهي هڪبئي جي اوڏا آهن. پر ڪشف معنيٰ جي لحاظ کان وڌيڪ مڪمل آهي.

عمرو بن عثمان مڪي ﷬ چيو: ”مشاهدي جي شروعات اها آهي تہ زوائد يقين (پختي يقين) ڪواشفِ حضور (دل جي سچائيءَ) سان چمڪندا آهن ۽ اهي غيب پاران ڏڪي ڇڏڻ کان ڪٽل ناهن. تنهن ڪري مشاهدو، ان وقت جي ترساءَ ڪي چوندا آهن، جنهن جو قلب: طلب ڪندو آهي، جڏهن ان ڪي غيب ڏڪي ڇڏيندا آهن.“ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

اِنَّ فِيۡ ذٰلِكَ لَذِكۡرٰى لِمَنۡ كَانَ لَهٗ قَلۡبٌ اَوۡ اَلۡقَى السَّمۡعَ وَ هُوَ شَهِيۡدٌ ﴿۳۷﴾ (سورة ق 37)

ترجمو: بيشڪ انهيءَ ڳالھ ۾ اُنهي لاءِ نصيحت آهي جنهن ڪي دل هجي يا جو دل لائي ڪن ڏئي.

## لوائح:

اهي ذات جا انوار آهن، جيڪي باطن تي چمڪندا آهن (باطن کي روشن ڪندا آهن) جيئن سالڪ جي اڏامر ۾ واڌارو ٿئي ۽ هڪ حال کان ٻئي حال ڏانهن وڌندو رهي.

جنيد ﷬ چيو آهي: ”اهي ماڻهو ڪامياب ٿيا، جن کي نندي رستي جي رهنمائي تي ۽ اهي، سُسُ پُس کان بہ اوڏاڙا تي ويا، جنهن جي وسيلي هنن خطاب جي فهم کي سمجهڻ ۾ تڪائي حاصل ڪئي.“

ارشاد خدا وندي آهي:

وَسَارِعُوْٓا اِلٰى مَغْفِرَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَجَنَّةٍ عَرْضُهَا السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ ۙ اُعِدَّتْ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿١٣٣﴾

(سورة آل عمران 133)

ترجمو: ۽ (اوهين) پنهنجي پالڻهار جي بخشش ۽ اُنهيءَ بهشت ڏانهن اڳرائي ڪريو جنهن جي ويڪر آسمانن ۽ زمين جيتري آهي، اُنهن پرهيزگارن لاءِ تيار ڪيو ويو.

## لوامح:

هن اصطلاح جي معنيٰ ’لوائح‘ جي ويجهو آهي. ’لوامح‘ دراصل برق يعني ڪنوڻ جي هر هر ڪجڪار مان ورتل آهي. جڏهن ڪڪرن ۾ ڪنوڻ تجلا ڏيندي آهي تہ اجيو اهو سمجهندو آهي تہ بارش اچهو آئي. عُمرو بن عثمان مڪي ﷫ جو فرمان آهي تہ: ”الله تعاليٰ بندي جي پاڪ ۽ خالص خيال ۾ ان طرح درود چوندو آهي، جيئن ڪنوڻ هڪ ٻيري ڪان ٻيو ٻيرو تجلو ڏيندي آهي. ايئن هو پنهنجي اولياءَ جي قلبن جي لاءِ معرفت جون اهڙيون روشنيون ڏيکاريندو آهي، جيئن قلبَ ايمان بي الغيب رکندي، اصل جي باري ۾ ڪو بہ خيال نہ ڪرين ۽ اها معرفت جي ڪنوڻ جي چمڪ ان طرح وڃي ويندي آهي تہ نفس ان نور جي لاءِ وهم ڪري ئي نہ ٿو سگهي، جيڪڏهن اهو ان جو وهم ڪري تہ اهو سلسلو ترت ٽٽي پوندو آهي.“ ڪنهن چيو آهي:

واغتر ذو طمع بلمع سُراب

ترجمو: ۽ طمع رکندڙ سراب جي چمڪ کان ڌوڪو کائيندو آهي.

## الحق:

حق مان مراد الله تعاليٰ آهي، جيئن قرآن مجيد شاهد آهي.

يَوْمَئِذٍ يُّوَفِّيْهِمُ اللّٰهُ دِيْنَهُمُ الْحَقَّ وَيَعْلَمُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ ﴿٢٥﴾

(سورة النّور 25)

ترجمو: اُن ڏينهن الله ڪين انصاف سان سندن بدلو پُورو ڏيندو ۽ (هيءَ) ڄاڻندا تہ الله ئي سچو پڌري ڪرڻ وارو آهي.

## حقوق:

ان جي معنيٰ ۾ احوال، مقامات، معارف، ارادات، معاملات ۽ عبادات شامل آهن.

طيالسي رازي رحمة الله عليه فرمايو: ”جڏهن حق ظاهر ٿيندا آهن، ’ليڪون‘ غائب ٿي ويندا آهن ۽ جڏهن ’ليڪون‘ ظاهر ٿيندا آهن ته حقوق غائب ٿي ويندا آهن.“ خطوط (ليڪن) جي معنيٰ، نفس جون ليڪون آهن ۽ بشريت حقوق سان گڏجي نه ٿي سگهي، ڇو ته اهي هڪٻئي جو ضد آهن.

## تحقيق :

بندي کي حقيقت حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪوشش ۽ طاقت استعمال ڪرڻ لازمي آهي.

ذوالنون مصري رحمة الله عليه چوندو هو: ”مان هڪڙي دانشور سان مليس ته هن کان پڇيم ته، ”سالڪ رستي ۾ سوڙهي گهٽيءَ ۾ ڇو ڦاسي بيهي ويندا آهن؟“ دانشور وراڻيو، ”تصديق جي پڙن جي ڪمزور هئڻ ۽ قلوب جي تحقيق تي رسائي حاصل ڪرڻ ۾ ڪمزوريءَ جي ڪري ايئن ٿيندو آهي.“

## تحقق:

ان جي معنيٰ به تحقيق واري ئي آهي ۽ ٻنهي ۾ اهو ئي فرق آهي، جيڪو تعليم ۽ تعلم ۾ آهي.

## حقيقت:

حقيقت اسم آهي ۽ حقائق، حقيقت جو جمع آهي. معنيٰ اها آهي ته قلوب تي ايمان رکندا هجن، ان جي آڏو سدائين پختا بيٺا رهو، جيڪڏهن قلوب ۾ ڪو شڪ خيال ان جي متعلق جنهن تي هو ايمان رکندا هجن، داخل ٿي وڃي، جيتوڻيڪ هن جي حضور ۾ پختو ٿي بيهڻ سان ايمان باطل ٿي وڃي. جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم، حارث رضي الله عنه کي فرمايو، ”هر حق جي هڪڙي حقيقت هوندي آهي، تنهن جي ايمان جي ڪهڙي حقيقت آهي؟“

حارث ﷺ جواب ۾ عرض ڪيو، ”مون پنهجي نفس کي دنيا کان ڪناري ڪش ڪري ڇڏيو آهي. مان رات جو جاڳندو رهيس ۽ ڏينهن جو اڃ تي رهيس، منهجي هاڻي حالت اها آهي جو ڄڻ مان پنهن جي رب کي ظاهر ظهور ٿو ڏسان.“

حديث ۾ حارث ﷺ جنهن طرح جي مشاهدي جي ڳالهه ڪئي، ان مان ان جي مراد پنهن جي قلب جي مشاهدي ۽ الله تعاليٰ جي حضور ۾ مستقل وقف هو، ڄڻ هن جو مشاهدو اکين سان ڏسڻ جي برابر هو.

جنيد ﷺ جو قوٰل آهي، ”حقائق، اُن ڳالهه کي ناپسند ڪيو تہ اهي قلوب جي لاءِ، براءِ وضاحت: ڪنهن قول جو سهارو وٺن.“

## الخصوص:

’الخصوص‘ مان مراد مخصوص صوفي آهن ۽ اهي اهڙا صوفي هوندا آهن، جن کي الله تعاليٰ عام صوفين جي مقابلي ۾ حقائق،احوال ۽ مقامات عطا ڪري مخصوص ڪري ڇڏيو هجي.



## خُصوص الخصوص:

توحيد ۾ تفريح و تجريح (اڪيلا ۽ اگهاڙا) رهندا آهن، يعني اهي صوفي جن احوال ۽ مقامات طئہ ڪيا ۽ انهن جي حاصلات ۽ انهن مان پار پوڻ ويل جيڪي رڻ پٽ آيا، انهن مان لنگهي وڃڻ. باري تعاليٰ جو ارشاد آهي:

ثُمَّ اَوۡرَثۡنَا الۡكِتٰبَ الَّذِيۡنَ اصۡطَفَيۡنَا مِنۡ عِبَادِنَا‌ۚ فَمِنۡهُمۡ ظَالِمٌ لِّنَفۡسِهٖ‌ۚ وَ مِنۡهُمۡ مُّقۡتَصِدٌ‌ ۚ وَمِنۡهُمۡ سَابِقٌۢ بِالۡخَيۡرٰتِ بِاِذۡنِ اللّٰهِ‌ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الۡفَضۡلُ الۡكَبِيۡرُؕ‏ (فاطر32)

ترجمو: وري انهن کي ڪتابن جو وارث ڪيوسون جن کي پنهنجن ٻانهن مان چونڊيوسون، پوءِ منجهائن ڪي پاڻ لاءِ ظالم آهن، ۽ منجهائن ڪي وچٿرا آهن، ۽ منجهائن ڪي الله جي حُڪم سان چڱاين ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن، اِهوئي وڏو فضل آهي.

آيت ڪريمہ ۾ مُقتصد مان مراد خصوص(خاص صوفي) ۽ سابق مان مراد خصوص الخصوص يعني (خاص الخاص) آهي.

ابوبکر شبلي ﷫جو چوڻ آهي تہ ، ”مونکي جنيد ﷫ چيو ؛ اي ابوبکر ! هن ڳالھ جي باري ۾ تنهن جو کهڙو خيال آهي تہ، خصوص الخصوص اهل عُموم آهن،وري پاڻ ئي چيائين،الله ڏانهن اشارو ڪرڻ ۾ خصوصَ الخِصوص بہ اهلِ عموم (عام ماڻهو) آهن.“

## اشارو:

اشارو اهو آهي جو چوندڙ کي سمجهائي نہ سگهي ، ڇو تہ اهو معنيٰ جي اعتبار کان نهايت وڻندڙ هوندو آهي.

ابو علي رود باري ﷫ چيو آهي،”اسان جو هي علم تصوف صرف اشاروئي تہ آهي ، جڏهن لکت ۾ اچي وڃي تہ غائب ٿيو وڃي.“

## ايماءُ:

’ايماءَ‘ جي معنيٰ، جسم جي ڪنهن عضوي سان اشارو ڪرڻ کي چئبو آهي.



جنيد ﷫ جو چوڻ آهي،”مون ابن الڪريني جي مٿن کان ويهي پنهن جي مٿي سان زمين طرف اشارو ڪيو. پري کان مٿي آسمان طرف اشارو ڪيو مانس تہ چوڻ لڳو. پري يعني جيئين ئي بندو ان طرف اشارو ڪري اهو پري آهي.“

شبلي ﷫ جو چوڻ آهي، ”جنهن بہ هن جي طرف اشارو ڪيو معنيٰ جسم جي ڪنهن بہ عضوي سان اشارو ڪيو، ان جو مثال بت پرست جهڙو آهي، ڇو تہ اشارو فقط بتن ڏانهن ئي هوندو آهي.“

انهيءَ باري ۾ ڪنهن جو چوڻ آهي:

وَلَی عنه اللَقَاْءُ وَ فِيْهِ عَتَبِ،

بَاِيماءُ الحَبضون الالحبضون.

ترجمو: مون لاءِ وصل جي ويجهو ۽ وصل جي دوران اکين سان اکين طرف اشارو ڪرڻ ۾ ملامت (دڙڪو داپ) آهي، يعني مون لاءِ ائينءَ ڪرڻ ڪو سنو امر(سُنوڻ) ناهي.

فَابَهت خيفة و اذوب خَوْفاً
وَ افنىٰ عَنْ حراك ا و سَكُون.

ترجمو:وصل جي دوران مونکي ڏپ سان حيران ڪيو ويندو آهي، مان خوف ڪري پگھرجي ويندو آهيان، ۽ چرپر ۽ سڪون کان بہ هٽي ويندو آهيان.

## رمز:

ظاهري ڪلام ۾ ڳجهي ڳالھ کي رمز چئبو آهي ، پر ان تي اهلِ صوفياءَ کي ئي دسترس حاصل آهي:

اِذَا نِطقوا اعجزك مرمى رموزهم،
وَ ان سَكُوَا هيهات منكَ اتصاله.

ترجمو: جڏهن هو ڳالهائيندا تہ تو تي هن جي رمزن جو مطلب ۽ مقصد ڪلي پوندو. جيڪڏهن هو ماٺ رهيا تہ تو کان هنن جي رمزن جي مقصد جو سلسلو پري ٿي ويندو.

ڪنهن نامعلوم صوفيءَ جو قؤل آهي، ”جيڪو اسان جي مشائخ جي رمزن کي ڄاڻڻ چاهيندو آهي، تہ ان کي سندن خط ۽ ڪتابت پڙهڻ گهرجي، نہ ڪي انهن جوُن لکڻيون (ڪتاب) ڇوتہ انهن جون رمزون، خطن ۽ چٺين ۾ هونديون آهن، هنن جي ڪتابن (لکڻين) ۾ نہ هونديون آهن.“

## صفآءَ:

خلقيل جي صفتن ۽ احساس عمل جي ميلاپ مان پيدا ٿيل پاڪ ڪيفيت کي صفآءَ چوندا آهن. جريري ﷺ جو قؤل آهي تہ، ”جيڪڏهن صفآءَ جهڙي حالت حاصل ٿئي تہ اِن کي صفآءُ سمجهڻ زيادتي آهي.ڇو تہ ائين ٿيڻ ۾ خلقيل جي صفتن ۽ عمل جو احساس بئي شامل هوندا آهن.“

ابن عطار ﷺ جو چوڻ آهي تہ، ”توهين صفآءَ عبوديت جي ڏوڪي ۾ نہ اچي وڃجو، ڇو تہ ائين ڪرڻ سان ربوبيت کي لنوائڻ جو خدشو موجود آهي ۽ ان ۾ احساسِ فعل ۽ خلقيل جون صفتون بہ موجود آهن.“ -

محمد بن علي ابوبڪر ڪتاني ﷫ صفآءَ جي باري ۾ چوي ٿو تہ، ”صفآءَ ٻيڙن خيالن کي گهٽائي ڇڏيندو آهي.“ ۽ صفآءَ الصفآءَ جي باري ۾ ٻڌايو اٿس تہ، ”هي احوال ۽ مقامات مان گذاري تورڙ رسائي ڇڏيندو آهي.“

## صفآءُ الصفآءُ :

حق جو حق سان بنا عادت مشاهدو ڪرڻ جو، لا موجودات جو اسرارن کي ظاهر ڪرڻ جو نالو ’صفآءُ الصفآءُ‘ آهي.

صفوالصفاءُ فی صفوہ اذعانُ
و صفآءُ فیکونه ایقانُ
من بان بتبین ما ابان به له
حق البیان بواضح البتان
هذا حقیقت وجد من وجدہ
ولو جدہ هل فوق ذالك بیانُ

ترجمو : صفوالصفاءُ الله تعالىٰ جي صفآءَ جو اقرار ۽ صفآءُ وجودِ حق جو يقين ڪرڻ. جيڪو پاڻ ظاهر ٿيو، ان اهو ڪجهہ واضح ڪري ڇڏيو. جنهن هن جي لاءِ، هن جي ذريعي، بيان ڪرڻ جو حق ڀرپور انداز سان ظاهر ڪري ڇڏيو. هي ان جي پنهنجي وجد جي حاصل ڪرڻ جي حقيقت آهي. ۽ هن جي وجد جي لاءِ، ڇا ان کان وڌ ڪو بيان ٿي سگهي ٿو.

## زوائد :

’زوائد‘ غيب تي ايمان ۾ ۽ يقين ۾ ايندڙ واڌاري کي چوندا آهن. جڏهن ڪنهن جي ايمان ۽ يقين ۾ واڌارو ٿيندو آهي، تہ احوال، مقامات، ارادات، معملات ۾ صدق ۽ يقين بہ وڌي ويندو آهي.

عمرو بن عثمان ﷫ جو چوڻ آهي، ” جڏهن يقين ۾ واڌارو، حضور جي اظهار سان، دل جي لڪ (پوشيدگي) سان روشن ٿيندو آهي، تہ غيب انهن کي لڪائيندو ناهي.“

## فوائد :

انهن تحفن کي چوندا آهن. جيڪي الله تعاليٰ جي پاران انهن سان تعلق رکڻ وارن کي بوقتِ حاضري، آسودگي ۽ آسائش حاصل ڪرڻ لاءِ عطا ڪيا ويندا آهن. ابو سليمان داراني ﷫ جو قؤل آهي، ”مون ڏٺو آهي تہ فوائد رات جي اونداهيءَ ۾ ايندا آهن.“

## شاهد

شاهد اهو آهي جيڪو تو کي اهو ڪجھ ڏيکاري ٿو، جيڪو تو کان غائب هوندو آهي. يعني تنهنجي قلب کي، ان غيب کي حاصل ڪرڻ لاءِ حاضر ڪندو آهي. ڪنهن جو چوڻ آهي:

وفيکل شيءٍ لهو شاهد
يدل على انهه واحد

ترجمو: هر شيءَ ۾ هن جو شاهد موجود آهي، جيڪو ان ڳالھ جو دليل پيش ڪندو آهي، تہ هو هڪڙو آهي.

شاهد جي معنيٰ حاضر بہ آهي. جنيد ﷫ شاهد بابت چوي ٿو، ”شاهدِ حق تنهن جي ضمير ۽ باطن ۾ موجود، انهن کان باخبر آهي.“

## مشهود:

جيڪو ڪجھ شاهد ڏيکاري ٿو، اهو مشهود آهي. ابوبڪر واسطي ﷫ جو چوڻ آهي، ”شاهدِ حق ۽ مشهودِ ڪائنات.“

الله جلشانهو جو فرمان آهي:

وَشَاهِدٍ وَّمَشْهُوْدٍ ﴿٣﴾ (سورة البُرُوج 3)

ترجمو: ۽ حاضر ٿيڻ واري ۽ جنهن وٽ حاضر ڪيو وڃي تنهن جو قسم آهي.

## موجود ۽ مفقود

موجود ۽ مفقود ٻئي متضاد اسم آهن. موجود اهو آهي، جيڪو عالمِ عدم مان عالمِ وجود ۾ آيو. وري مفقود اهو آهي، جيڪو عالمِ وجود مان عالمِ عدم ۾ ويو.

ذوالنون مصري ﷺ جو چوڻ آهي،" مفقود جو ذڪ نه ڪر، ڇو جو ڪو به موجود بندو، ان جو ذڪر ٿي ڪندو رهندو آهي."

## معدوم:

جنهن جو نه ڪو وجود هجي ۽ نه ئي وجود ممڪن هجي، جيڪڏهن تو ڪان ڪا شيءِ وڃائجي وڃي ۽ ان جو وجود ممڪن هجي، ته اها شيءِ مفقود چئبي، معدوم نه چئبي.

ڪنهن عارف جو قؤل آهي،" عالم، عدم جي ٻن ڪنڌين جي وچ ۾ موجود آهي. اڪ ڪان به هو معدوم هو ۽ نيٺ معدوم ٿي ويندو. عارف انهيءَ عدم جو مشاهدو ڪندو آهي، ائين هو خالق جي معرفت حاصل ڪري وٺندو آهي.



## جمع :

جمع هڪ مختصر لفظ آهي. جنهن مان مراد آهي ته اشارو ڪرڻ واري جو اشارو حق تعاليٰ جي طرف آهي، جڏهن ته اجا نه مخلوق هئي ۽ نه ڪائنات. ڇو ته مخلوق ۽ ڪائنات، اهڙي مخلوق آهن، جيڪي پاڻ مرادو قائم ناهن، ڇو ته هنن جو وجود عدم جي ٻنهي ڪنڌين جي وچ ۾ آهي.

## تفرقه :

هي لفظ ته مختصر آهي، جيڪو هڪ اشاري سان لاڳاپيل آهي، جيڪو بندو عادتن دنيا جهان جي لاءِ ڪري.

تفرقو ۽ جمع ٻئي لازم ملظوم آهن. جنهن تفرقه جي طرف جمع ڪان سواءِ اشارو ڪيو، ان باري تعاليٰ جو انڪار ڪيو. جنهن جمع طرف تفرقه

ڪان سواءِ اشارو ڪيو، اهو قادر مطلق عز و جل جي قدرت جو منڪر ٿيو. جنهن پنهي کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيو، ان توحيد کي پهچي ويو. ڪنهن چيو آهي :

جمعت و فرقت عنى به،

و فرد التوا صل مثنى العدد.

ترجمو : مان ڪنو تيس، پوءِ خدا ڪان جدا ٿيس، ان سان گڏجي اسان پنهي جي وصل ۾ هڪ ٿي ويڻ، ڳڻپ جي لحاظ سان ٻه آهيون پر وصل ويل هڪ آهيون.

معنيٰ جمع ۾ هڪ آهن تہ تفرقہ ۾ ٻہ آهن.

## غيبت :

حق جي حضور ۾ هجڻ ۽ حق جي مشاهدي ۾ مشغول رهندي، قلب جي جهان جي مشاهدي ڪان ان طرح پري رهڻ ،جو بندي جي ظاهر ۾ ڪابہ تبديلي پيدا نہ ٿئي، ان کي غيبت چئبو آهي.



## غشيہ :

قلب تي جيڪي وارداتون ظاهر ٿينديون آهن، انهن ڪان بيخبر رهڻ ۽ ان جو مظاهرو بندي جي ظاهر تي ٿيڻ غشيت آهي.

## حضور :

پختي يقين سان قلب جو ان غائب جي لاءِ حاضر رهڻ،جيڪو سندس ظاهر ڪان غائب هجي، حضور چئبو آهي. جيڪڏهن اهڙي قسم جي ڪفيت سالڪ تي طاري ٿئي تہ غائب بہ هن جي لاءِ حضور جي برابر آهي. چيوو يو آهي:

انت و ان غيب عن سيدي ڪالحاضر

ترجمو : منهن جا سردار! توڙي جو توکي مون ڪان غائب ڪيو ويو هجي تڏهن بہ مون لاءِ بمنزل حاضر جي آهين.

ابوالحسن نوريءَ جو شعر آهي،

اذا تغيبت بدا،
و ان بدا غيبتي.

ترجمو : جڏهن ما غائب هوندو آهيان، تڏهن هو ظاهر ٿي پوندو آهي. ۽ جڏهن هو ظاهر ٿيندو آهي ته مون کي غائب ڪري ڇڏيندو آهي.

## صَحوَ ۽ سَڪُر :

صحوَ ۽ سڪر معنيٰ جي لحاظ کان غيبت ۽ حضور جي ويجهو آهن. جيڪڏهن فرق آهي ته ان قدر ته صحوَ و سڪُر غيبت ۽ حضور کان وڌيڪ پختا، مڪمل ۽ غالب هوندا آهن. صحو ۽ سڪر جي باري ۾ ڪنهن هي شعر چيا آهن.

فحالان لی حالانِ صحوٌ و سکرۃٌ،
فلا زلت فی حالی ا صحو و اسکر.
کفاك بان الصحوَ اوجد کا بتی،
فکیف بحال السکر و سکر اجدر.
جحدت الهوىٰ ان کنت من جمل الهوا،
عیونك لی عینا تفض و تبصر.
نظرت الی سیءِ سواك انما،
ادی غیرنا احلام یوم بقدر.

ترجمو : تنهن جون ٻه حالتون آهن، هڪ صحوَ ٻي سُڪُر ۽ مان هميشه انهن ٻنهي حالتن، يعني صحو ۽ سڪر ۾ رهان ٿو.

تو لاءِ اهو ئي ڪوڙ آهي ته حالتِ صحو مون کي شڪسته حال بڻائي ڇڏيو، جيڪڏهن ائين آهي ته حالتِ سڪر ڇا حالت هوندي ۽ سڪر جي ڪيفيت ئي وڌيڪ مناسب هوندي آهي.

جيڪڏهن مون ان وقت جڏهن تنهنجي صحبت منهن جي اکين کي اهڙيون اکيون بڻائي ڇڏيو، جو ڪڏهن ڏسن ته ڪڏهن نه ٿيون ڏسن، تو کان

سواءِ ڪنهن ٻئي طرف اکيون کڻي ڏٺو هجيم ها تہ مان صحبت کان ئي هٽ کڻي ڇڏيان ها.

ڇو تہ مان توکان ۽ پاڻ کان سواءِ هرِ شيءِ کي خواب ۽ خيال تصور ڪندو آهيان.

## سڪر ۽ غشيت (بي هوشيءَ) ۾ فرق :

سڪر ۽ غشيت ۾ هي فرق آهي، تہ سڪر انساني طبيعت مان پيدا ٿيندو آهي، ان جي طاري ٿيڻ سان طبيعت ياحواسن ۾ ڪائي تبديلي پيدا ٿي ويندي آهي. ان ڪري وضو ٽٽي پوندو آهي.

بي هوشي (غشي) هميشه نہ رهندي آهي، جڏهن تہ سڪر هميشه رهندو آهي.

## صحو ۽ حضور ۾ فرق :

صحو وقتي (فاني) هوندو آهي ۽ حضور هميشہ لاءِ.





## صفوالوجود :

صفو الوجود (خاص وجود) هي آهي تہ وجودِ حق کان سواءِ ڪنهن ٻئي وجود جي حالت ۾ سامهون نہ هجي. جيئن چيو ويو آهي :

تحقق صفوالوجد منا فما لنا،
علينا سوانا من رقيب تخبر.

ترجمو : اسان جي وجود جو خاص هجڻ، ان ڳالهہ مان ئي ثابت ٿي ويو تہ اسان جي لاءِ، اسان جي پنهنجي نفس کان سواءِ ڪو بہ جاچ پڙتال ڪرڻ وارو ۽ ڏسڻ وارو ناهي.

## هجوم و غلبات :

هجوم و غلبات معنيٰ جي لحاظ کان ويجها آهن، هجوم غلبات جو عمل آهي. هي ان وقت ظاهر ٿيندو آهي، جڏهن قوتِ رغبت هجي ۽

خواهشون ۽ نفسي سببن جو ان ۾ ڪوئي دخل نہ هجي.

جڏهن اهڙي حالت ۾ طالب کي مطلوب تائين رسائيءَ جا ڪجھ وڏيڪ آثار نظر اچن، پوءِ بہ وچ ۾ سمنڊ هجي يا ڪوئي رڻ پٽ، اهو پاڻ ارادي ۽ طلب جي طاقت رڪندي پار ڪري ويندو. جيڪڏهن هن جي آڏو باھ بہ اچي وڃي تہ هو جان ۽ روح جي پرواھ بنا ان ۾ ٽپي پوندو. پوءِ پل هو نڪري مطلوب تائين پهچي يا نہ پهچي.

## فنا ۽ بقا :

فنا جو مطلب نفسي صفتون، بخل، حسد ۽ آرام طلبيءَ کي پنهنجي حال ۾ فنا ڪري ڇڏڻ آهي ۽ بقا ان ئي حالت تي برقرار رهڻ کي چئبو آهي. ان کان سواءِ فنا جي هڪ ٻي بہ تعريف آهي، بندي کي پنهنجي عمل کي، افعالِ حق ۾ فنا ڪري ڇڏڻ ۽ پاڻ پنهنجي ذات کي فنا ڪري حق ذات سان پختو رهڻ کي بہ فنا چوندا آهن. بقا الله جي ذات ۾ پنهنجو پاڻ کي گم ڪرڻ سان ئي قائم رهڻ تي اٽل رهڻ کي چوندا آهن.



## مبتدي :

پختي ارادي سان اهڙن ماڻهن جي واٽ تي هلڻ جي شروعات ڪندو آهي، جيڪي الله تعاليٰ جا ٿي رهيا هوندا آهن. انهن جي ادب ڪرڻ ڪري ڪلفت برداشت ڪندو آهي ۽ هو ان لاءِ آماده هوندو آهي تہ انهن ماڻهن وارو رستو قبول ڪري، جن کي اها ڄاڻ هجي تہ هن ڪهڙي حالت ۾ شروعات ڪئي آهي. اهو شروع کان آخر تائين سندس نگران بہ رهي.

## مريد :

جنهن بندي جي شروعات درست ٿي چڪي هجي، ۽ انهن ماڻهن جي زمري ۾ داخل ٿي چڪو هجي، جيڪو دنيا کي ڇڏي الله جي لاءِ ئي وقف ٿي چڪو هجي. ان کي اهو ئي نالو ڏنو ويو هو ۽ سچارن جي دل ۽ ان جا ارادا صحيح هئڻ جو شاهد هجي ۽ اڄ تائين انهي حال ۽ مقام سارا هيل بہ نہ ٿيو هجي ۽ ان رستي تي پنهنجي ارادي سان هلندو هجي.

## مراد :

اهڙو عارف جنهن جو پنهنجو ڪو به ارادو نه رهيو هجي، ۽ اهو انهن شين تائين پهچي چڪو هجي. ان سيئي احوال ۽ مقامات، مقصد ۽ ارادا حاصل ڪري ورتا هجن، اها مراد چئبي آهي . هن ڪان اهو ئي ڪجھ چاهيو ويندو آهي جيڪو الله تعاليٰ چاهيندو آهي ۽ هو پاڻ جيڪو ارادو ڪندو آهي، اهو خداوندي ارادو هوندو آهي.

## وجد :

دلين جو اهڙو پاڪ ۽ صاف ذڪر حاصل ڪرڻ جيڪو صوفين لاءِ ناپيد هجي.

## تواجد ۽ تساڪر :

ٻنهي لفظن جي هڪڙي ئي معنيٰ آهي، اها هيءَ آهي ته وجد ۽ سڪر طاري ڪرڻ ۾ ٻانهي جي ڪوشش شامل هجي، اهلِ وجد ۽ سڪر مان جيڪي سچار آهن، انهن سان تڪلف سان مشابعت پيدا ڪرڻ تواجد ۽ تساڪر آهي.





## وقت :

وقت، ماضي ۽ مستقبل جي وچ وارو وقت آهي.

جنيد ﷫ جو چوڻ آهي ته، ”وقت هڪ ناياب شيءِ آهي. هڪ ڀيرو ڪسڪي ويو ته وري ڪڏهن هٿ نه ايندو آهي.“

ان جي مراد ان دم ۽ وقت سان آهي ، جيڪو گذريل دم ۽ ايندڙ دم جي وچ ۾ هوندو آهي. جيڪڏهن اهو وقت الله تعاليٰ جي ياد کان غافل رهڻ ۾ گذريو ته وري ٻيهر هٿ اچي نه سگهندو.

## بادي :

بادي اهڙي ڪيفيت آهي جيڪا ٻانهي جي دل تي ان جي حالت مطابق هڪ خاص وقت ۾ طاري ٿيندي آهي. جيڪڏهن اها ڪيفيت حق تعاليٰ جي

طرف کان هجي تہ اها ٻين ڪيفيتن کي فنا ڪري ڇڏيندي آهي.

ابراهيم خواص ﷫ جو چوڻ آهي تہ، ”جڏهن اها بادي حق تعاليٰ جي طرفان ظاهر ٿي هجي تہ اها هر قسم جي ٻين بادي ڪيفيتن کي فنا ڪري ڇڏيندي آهي.“

## وارد:

جيڪا ڪيفيت بادي ڪيفيت کان پوءِ ٻانهي جي دل تي طاري ٿئي، ۽ ان تي غالب ٿي وڃي تہ اهو وارد آهي. وارد جو پنهنجو فعل هوندو آهي، ۽ باديءَ جو پنهنجو فعل هوندو آهي. ڇو تہ باديءَ کان وارد جي شروعات ٿيندي آهي.

ذوالنون ﷫ جو چوڻ آهي تہ،” جيڪا واردات حق تعاليٰ جي طرفان ايندي آهي، اها دلين کي بيقرار ڪري ڇڏيندي آهي.“

## خاطر :



’خاطر‘ باطن ۾ ڇر پر ٿيڻ کي چوندا آهن، ان جي ڪا بہ شروعات نہ ٿيندي آهي.جڏهن اها ڇر پر دل ۾ ٿيندي آهي تہ قائم نہ رهندي آهي ۽ ڪنهن ٻي حالت جي اچڻ سان ختم ٿي ويندي آهي.

## واقع:

اهي خيالات جيڪي ڄمي پوندا آهن ۽ ڪنهن ٻئي واقعي جي اچڻ سان ختم نہ ٿيندا آهن.

مون هڪ بزرگ کان ٻڌو، اهو ابوللطيف شيرازي ﷫ هو. هن چيو تہ،”مون پنهنجي مرشد کان سوال ڪيو تہ هن وراڻيو، مون کي اميد آهي تہ تو تي انجو جواب واقع ٿي ويندو. “

جنيد ﷫، گهران نڪري خير النساج ﷫ وٽ آيو، تہ ڀڃائينس، ”توهان ڀهريون خيال ايندي ئي نڪري آيا.“ قصو هي هو تہ ان جي دل ۾ خيال آيو هو تہ، جنيد ﷫ سندس گهر جي دروازي تي پهچي چڪو آهي ۽ هر ان خيال کي

ٽاري ٽي ڇڏيائين، پوءِ جڏهن ( خيرالنساج ﷫ ) نڪري آيو تہ جنيد ﷫ هن کي هيئن چيو، ”چيو ويندو آهي تہ صحيح خاطر(آدر ڀاءُ) اهو هوندو آهي، جيڪو سڀ کان اڳ ۾ هجي،يعني جيڪو خيال سڀ کان اڳ ۾ آيو هجي، يعني جيڪو خيال سڀ کان اڳ ۾ اچي.“ خاطر جي هڪڙي معنيٰ هيءُ بہ آهي، اها چر پر جيڪا ٻانهي جي دل ۾ ٿيندي آهي ۽ جنهن جي ظاهر ٿيڻ جو تعلق ٻانهي سان نہ هوندو آهي. (يعني اهو الله پاڪ جي طرفان آهي.)

خاطر جي ٻي معنيٰ هيءَ پڻ آهي تہ، هڪ اهڙو غلبو ٿيندو آهي، جيڪو مڙني اسرارن کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيندو آهي.

## قادح :

’قادح‘ ۽ ’خاطر‘ پاڻ ۾ اوڏڙا آهن، فرق هي آهي تہ خاطر بيدار( سجاڳ) دل وارن لاءِ هوندي آهي ۽ قادح اهل غفلت وارن لاءِ ، تنهن ڪري غفلت جا ڪکر دل تان لهي ويندا آهن تہ ذڪر جي چٽنگ ان ۾ باهہ لڳائي ڇڏيندي آهي. هي لفظ عربي ٻوليءَ جي ان محاوري مان ورتو ويو آهي، ’قدح النار بالزناد‘(هن چقمق جي وسيلي باهہ ٻاري) ۽ باهہ ٻارڻ واري کي قادح چوندا آهن، ڪنهن جو چوڻ آهي :

يا قادح النار بالزناد.

ترجمو:. اي چقمق سان باهہ ٻارڻ وارا..!!

## عارض :

شيطان، نفس ۽ نفسياتي خواهشات جي طرفان جيڪي ڳالهيون، دلين ۽ اسرارن کي پيش ايندڙيون آهن، عوارض(عارض جو جمع ) چئبيون آهن. تنهن ڪري هر اهو خيال جيڪو نفس، شيطان ۽ خواهشات نفسانيءَ جي ڪري دل ۾ آيو هجي، عارض هوندوآهي. ان جو سبب هي آهي، تہ الله تعاليٰ انهن دشمنن جي لاءِ پنهنجي اوليائن جي دلين ڏانهن وڃڻ جو طريقو صرف ان عارض جي وسيلي ٺي رکيو آهي، خاطر، قادح، بادي ۽ وارد جي وسيلي سان نہ رکيو آهي ۽ هي شعر:.

يعارضنی الواشون قلبی بکلما،
يُقلقله فی سرہٖ والعلانيه.

ترجمو: چغلخور، سڀ امر منهن جي دل تي ڪٽي ايندا آهن، جنهن سان دل باطن ۾ به ۽ ظاهر ۾ به بيقرار تي رهي.

## قبض ۽ بسط :

اهي ٻئي اهل معرفت وارن لاءِ شرف واريون حالتون آهن، جڏهن الله تعاليٰ هنن تي قبض جي حالت طاري ڪندو آهي، تہ ڪين ايئن ڪاڏو ڪائڻ ڪان جنهن سان زندگي قائم رهي، جائز امرن جي ڪرڻ يعني ڪائڻ، پيئڻ ۽ ڳالهائڻ ڪان بہ جهليو ويندو آهي، ۽ جڏهن بسط جي حالت طاري ڪندو آهي، تہ ڪيس متي ٻڌايل امرن ڏانهن موٽائيندو آهي، ۽ الله تعاليٰ پاڻ انهن جي حفاظت ڪندو آهي. معنيٰ قبض عارف جي اها حالتِ آهي، جنهن ۾ الاهي معرفت ڪان سواءِ ڪنهن ٻي شيءَ جي گنجائش ئي نہ هوندي آهي. بسط عارف جي اهڙي حالت آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ هن کي ڪشادگي ڏيندو آهي، ۽ پاڻ ان جو محافظ بہ هوندو آهي. جيئن مخلوق هن جي اهڙي اخلاق کي بہ پاڻ ۾ پيدا ڪري، الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

مَنْ ذَا الَّذِیْ یُقْرِضُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا فَیُضٰعِفَهٗ لَهٗۤ اَضْعَافًا كَثِیْرَةً ؕ وَ اللّٰهُ یَقْبِضُ وَ یَبْصُۜطُ ۪ وَ اِلَیْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿۲۴۵﴾ (سورہ بقرہ 245)

ترجمو: اُهو ڪير آهي جو الله کي چڱو قرض اُڌارو ڏئي؟ تہ (الله) اُن لاءِ گهڻي قدر وڌائي، ۽ (رزق) الله تنگ ڪري ٿو ۽ (الله) ڪشادو ڪري ٿو، ۽ ڏانهنس موٽايا ويندؤ.

جنيدؒ قبض ۽ بسط يعني خوف ۽ اميد جي معنيٰ جي باري چوي ٿو: "رجاءَ: وسعت ڏئي، خدا وند ڪريم جي طرف وٺي ويندي آهي، ۽ خوف مصيبن ڪان پاسو ڪرائيندو آهي. ڪنهن صاحبِ قبض عارف ۽ صاحبِ بسط عارف جي حالت بيان ڪندي چيو آهي:

> معارف الحق تحويها اذا نشرت،
ثلثته بعدها الارواح تخقلس.

>فعارفٌ بخطوط الحق ليس له،
عند سواه ولا منه له نفس.

>و عارف بولاءِ المليك معترف،
يحثه الوجد ماولن له الفلس.

> وعارف غاب عنه العرف فاعتسفت،
منه السرائر مطوى الن رى شرس.

>حتى استكان وغاب الوعب فى مهل،
فطار شيئان عنه النطق والغرس.

>اغاثه الحق امادونهِ فله،
منه اليه سوار وحيها خنس.

ترجمو: معارف حق ئي آهن، انهن کانپوءِ ارواحن کي قبض ڪيو ويندو آهي، هڪڙو عارف اهو هوندو آهي، جنهن جو ڪو بہ دم پنهنجي لاءِ نہ هوندو آهي، اجا بہ هر دم الله تعاليٰ لاءِ وقف ٿيل هوندو اٿس.

ٻيو اهو عارف آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي بادشاهيءَ جو اقراري هوندو آهي ۽ هن کي وجد، حال طرف وڃڻ تي اياريندو آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ هن جي حفاظت ڪندو آهي.

ٽئين قسم ۾ اهو عارف ٿو اچي جنهن کان سندس سڀ عادتون غائب ٿي وينديون آهن.

جيستائين هن عاجزي ڪئي تہ آهستي آهستي سندس مشڪلات وينديون رهيون، تنهن ڪري هن جو ڳالهائڻ ۾ 'گنگ' پڻ بہ ختم ٿي ويو، هن لاءِ ڳالهائڻ ۾ نہ ڳالهائڻ هڪ جهڙو ٿي ويو.

انهن شعرن ۾ ان ڳالهہ جو ذڪر آهي تہ عارفن جا ٽي قسم آهن، هڪڙا اهي جن کي پنهنجو نفس ئي ڪونهي. ٻيو قسم اهڙن عارفن جو آهي، جن جو وجد کين اياري ان حالت تي اچي ٿو بيهاري، جنهن ۾ حق تعاليٰ پاڻ انهن جي حفاظت ٿو ڪري. ٽئين قسم جا عارف اهڙا آهن، جن جي هر قسم جي معرفت ۽ عادت واري ڳالهہ گم ٿي چڪي هجي: تنهن ڪري ڳالهائڻ ۾

'گنگ' پڻ هنن لاءِ برابر آهن. اها انهن تي الله تُعاليٰ جي مهرباني هوندي آهي. جنهن ڪري اهڙا عارف جيڪڏهن مات رهندا آهن تہ الله تعاليٰ جي لاءِ ئي ڳالهائيندا آهن ۽ الله تعاليٰ جي حڪم سان ڳالهائيندا آهن.

۽ وري غيبت ۽ حضور ، صحو ۽ سڪر ، وجد هجوم ، غلبات، فنا ۽ بقا اهي مڙئي حالتون آهن. اهي اهڙين دلين جا حالات آهن، جن جو ذڪر الاهي ۽ تعظيم الاهيءَ ڪي حقيقي معنيٰ ۾ جاٽي ورتو هوندو آهي.

## ماخوذ و مستلب :

'ماخوذ ۽ مستلب' ٻنهي جي معنيٰ ساڳي آهي پر ماخوذ پنهنجي معنيٰ جي اعتبار جي ڪري وڌيڪ زوردار هوندو آهي، هي اهڙا خدا جا ٻانها هوندا آهن، جن جو ذڪر هن حديث ۾ آيو آهي، ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ سندن عقل ۾ خلل پئجي ويو آهي. جيتوڻيڪ اصل ۾ ائين نہ هوندو آهي پر انهن جي دلين ۾ الله تعاليٰ جي عظمت اُن قدر ملندي آهي، جنهن ڪري اهي عقل وڃائي ويهندا آهن.

هڪ ٻي حديث ۾ آيو آهي، ”ڪوئي بہ ٻانهو ان وقت تائين ايمان جي حقيقت ڪي سمجهي نہ سگهندو ، جيسين هن جي هيءَ ڪيفيت نہ ٿي وڃي جو ماڻهو ڪيس ديوانو سمجهڻ لڳن.“بصري ؒ جي پاران چيل آهي، ”مان جڏهن بہ ڪنهن مجاهد ڪي ڏسندو آهيان جنهن جي هيءَ حالت هوندي آهي تہ هو هڪ اهڙي ڪنير جيان هوندو آهي، جنهن جو ڳڙهہ گم ٿي ويو هجي، (ڊوڙون پريندو هجي) ۽ ان جي ڪري هو شديد چاهت ۾ اچي وڃي.“ ماخوذ ۽ مستلب جي باري ۾ گهڻيون ئي روايتون آهن. ڪنهن جو قول آهي .

فلا تلمنى على ما كان من قلقى

انى بحبك ماخوذ و مستلب

ترجمو: تون مون ڪي منهن جي پريشانيءَ جي ڪري ملامت نہ ڪر، مان تنهنجي محبت ۾ گرفتار آهيان ۽ سڀ ڪجهہ وڃائي چڪو آهيان.

**دھشت :**

دھشت ھڪڙو اھڙو حملو آھي، جيڪو محب جي عقل تي محبوب سان نااميديءَ جي حالت ۾ ملڻو پوندو آھي.

ڪنھن صوفيءَ جي باري ۾ روايت آھي تہ چيائين، "اي خدا!دنيا ۾ تہ اسان تو کي ڏسي نہ ٿا سگھون، تنھن ڪري پنھنجي عنايت سان مون کي اھڙي ڳالھہ عطا ڪر جنھن سان مون کي سڪون حاصل ٿئي."

راوي چوي ٿو تہ "ايترو چوڻ سان ھو بيھوش ٿي ويو. جڏھن ھوش ۾ آيو تہ ھن چيو تہ، "سبحان الله." ڪنھن کانئس پڇيو تہ، "تو سبحان الله چو چيو؟" وراڻيائينس، "الله تعاليٰ پنھن جو ديدار ڪرائڻ جي عيوض سڪون عطا ڪري ڇڏيو آھي. ڇا ان جھڙو ڪو مثال آھي." مون چيس، "اي خدا مان تنھن جي محبت جي ڪري دھشت زده آھيان، تنھن ڪري مون بيساختہ سبحان الله چيو."

ڪنھن صوفي جو ھيءُ شعر آھي:

ان من اھواہ قدا دھشني،

لاخلوت الدھر من زاك الدھش.

ترجمو: منھنجي محبوب مون کي دھشتگ زده ڪري ڇڏيو آھي.

خدا ڪري مان ڪڏھن بہ اھڙي دھشت کان خالي نہ ھجان.

شبلي رحمة الله عليه چوندو ھو، "ھر شيءَ تنھن جي دھشت ۾ آھي."

ان مان اھا مراد آھي تہ ھر اھا ڳالھہ جيڪا الله تعاليٰ پاران ٻانھي تي طاري ٿئي ٿي ھر طرح دھشت ھوندي آھي.

**حيرت :**

جڏھن عارف غورءِ فڪر ڪندا آھن ۽ بارگاھہ رب العزت ۾ داخل ٿي سوچيندا آھن.ان وقت جيڪا ڪيفيت اوچتو ھنن تي طاري ٿيندي آھي، اھا حيرت آھي. واسطي رحمة الله عليه جو چوڻ آھي تہ "اوچتو طاري ٿيڻ واري حيرت، حيرت کان منھن موڙ ڪري حاصل ٿيڻ واري سڪون کان گھٽو مٿاھين رتبي تي ھوندي آھي."

## تحير :

’تحير‘ اها ڪيفيت آهي، جيڪا پنهنجي مطلوب ۽ مقصود تائين پهچڻ جي لاءِ مايوسي ۽ اميد جي وچ ۾ هجي، جو اها ڪيفيت نہ تہ ڪيس واصل هجڻ جي اميد ڏياري تہ اميد رکو ۽ نہ ئي مطلوب ڪان مايوس ڪري ڇڏي، تہ آرام حاصل ٿئي، تنهن ڪري اهي متحير (نراس ۽ آس جي وچ ۾) اچي ويندا آهن.

ڪنهن صوفيءَ ڪان سوال ڪيو ويو، ” معرفت ڇا هئي؟“ وراٽيائين، ”پهرين تحير پوءِ انصال پوءِ افتخار، پوءِ حيرت.“ ڪنهن جو هي شعر آهي.

قد تحيرت فيك خذ بيدى

يا دليلا لمن تحير فيك

ترجمو: مان تنهن جي باري ۾ حيران آهيان، اي ان شخص جا رهنما ! جيڪو تنهن جي ڪري حيران ٿي چڪو آهي، منهنجي دستگيري ڪر.



## توالع :

اهل معرفت جي دلين تي جيڪي انوارِ توحيد پنهنجي پوري آب تاب ۽ انهن جي دبدبي سان، سندن دلين ۾ جيڪي انوار هئا، اهي مطمئن ٿي وڃن، جيئن سج اڀرندو آهي تہ ان جي نور سان تارن جو نور ڏسڻ وارن جي اکين ڪان اوجهل ٿي ويندو آهي، جيتوڻيڪ اهي تارا پنهنجي جاءِ تي قائم هوندا آهن. ان معنيٰ مطابق حسين بن منصور ؒ جو چوڻ آهي.

قد تجلت طوالت زاهرات،

يتشعشعن فى لوامع برق.

خصنى واحدى بتوحيد صدق،

ما اليهامن المسالك طرق.

ترجمو:. پهرين رات جو چنڊ ظاهر ٿي ويو آهي، ۽ بجليءَ جي روشنيءَ ۾ ان جي روشني ڦهلجي ويندي آهي،

مون کي منهنجي واحد توحيد حقيقيءَ لاءِ مخصوص ڪري ورتو آهي.

جنهن طرف ڪو رستو ئي نہ ٿو وڃي.

## طوارق

اهل حقائق جي دلين کي ڪنهن جي رستي جيڪي ڪيفيتون ملن ٿيون،انهن سان جيڪي پاڻ لاءِ حقائق ايجاد ڪندا آهن، ’طوارق ‘ سڏبا آهن.
ڪنهن بزرگ جو چوڻ آهي: ”اهل حقائق جي علمن سان ڪوئي علم منهنجي دل کي ڪڙڪائي ٿو، پر ان وقت تائين ان کي دل ۾ داخل ٿيڻ نہ ٿو ڏيان، جيسين مان انهن کي ڪتاب ۽ سنت سان نہ پرکيان.“ طوارق جي لغوي معنيٰ، اهي امر جيڪي رات جي وقت (دل) ڪڙڪائن.
نبي ڪريم ﷺ لاءِ روايت آهي تہ هئين دعا گهرندا هئا:
”اي خدا ! مان توهان پاران ڏينهن توڙي رات جي ايندڙ امرن کان پناهہ ٿو گهران، سواءِ ان طوارق جي جيڪو نيڪي کڻي اچي ٿو.“

## ڪشف :

انهن امرن جي وضاحت: جيڪي انساني سمجهہ کان ڳجها هوندا آهن، ’ڪشف‘ سڏبا آهن. تنهن ڪري جڏهن اهِ ـن تان پردو ڪڇي ويندو آهي تہ ائين لڳندو آهي تہ اهي امرهن جي اکين جي سامهون آهن.
ابو محمد جريري رحمت الله عليہ جَو چوڻ آهي ، ”جيڪو شخص، انهن امرن ۾، جيڪي سندس ۽ الله جي وچ ۾ آهن، تقويٰ ۽ مراقبي تي ڪاربند نہ هوندا تہ اهي ڪشف ۽ مشاهدي تائين پهچي نہ سگهندو.“
نوري رحمة الله عليه جو چوڻ آهي،”اکين جا مڪاشفات اهڙيءَ طرح هوندا آهن جو انهن کي ڪا بہ شيءَ ڏيکاري وجي، ۽ دلين جي مڪاشفات جو تعلق ويجهائپ سان آهي.“

## شطح:

اهو وجد جيڪو پنهنجي اونهائيءَ مان نڪري ۽ ان جي امر سان ڪا دعوا ڪيل هجي ۽ زبان ان جي ترجماني ڪري، ’شطح‘ سڏبي آهي. پر جڏهن صاحبِ وجد مستلب ۽ محفوظ هجي تہ اها حالت شطح نہ چئبي .
ابو حمزه رحمت الله عليہ جو فرمان آهي، ”ڪنهن خراسانيءَ مون کان

پڇيو، ”امن ڇا آهي؟“ مون وراڻيس، ” مان هڪ اهڙي شخص کي سڃاڻان، جنهن جي سڄي طرف شينهن ۽ کاٻي پاسي وهاڻو ته هو. انهيءَ ٻنهي مان ڪنهن تي به ٽيڪ ڏيڻ کي برتر نه ڄاتو؟“

ان تي ان شخص چيو: ”اها ته شطح آهي، ڪا علم جي ڳالهه ٻڌايو.“

هڪڙو صوفي هو جنهن کان ڪو به شخص اهڙي ڳالهه پڇندو هو، جيڪو لاڦ هڻندڙ هجي ته چوندو هوس ، ”مان الله تعاليٰ کان زبان جي لاڦ کان پناهه ٿو گهران.“ قناد ﷺ جو چوڻ آهي:

شطح الحقيقت و لاحوال بينهما،
شطح لذالبين يزهوبين هاتين،
فا الحال کالحال فی التلوين شاطحها،
والعين تدنی الی شطح اللقائين.

ترجمو: حقيقت ۽ احوال جي شطح انهن ٻنهي جي وچ فعل آهي، ۽ ان فعل جي شطح حقيقت واحوال جي وچ ۾ چمڪي رهي آهي.

بس حال ان حال جيان آهي، جيڪو ان جو شاطح حالتِ تلوين ۾ هوندو آهي ۽ اک حقيقت ۽ احوال جي وچ ۾ موجود شطح جي ويجهو وٺي وڃي.



## اصول :

مريدن ۽ وچولي طبقي جي سالڪن جو پنهنجي هم جنسن تي احوال جي ڪري غرور ڪرڻ، اصول سڏبو آهي. ۽ اهو هڪڙو گمان ڪيل فعل هجي.

ابو علي رودباريءَ جو چوڻ آهي: ”دل ٿي دل ۾ توهان طرفان الله تعاليٰ جي خيانت ڪرڻ وڏو گناهه آهي، ان کان سواءِ هي به وڏو گناهه آهي ته تون اهو خيال ڪرين ته جنهن خدا توهان کي اهو عهدو عطا ڪيو آهي، اهو ڪنهن ٻئي کي عطا نه ڪيو اٿس، تنهن ڪري تون ان شخص تي زبان سان حملو ڪرين جيڪو تو کي پنهنجو حال ٻڌائڻ ڪري الله تعاليٰ کان شرمائي پيو.“

ڪنهن تي حملو ڪرڻ يعني زبان درازي ڪرڻ کان نفرت ڪريو، ڇو ته پاڻ کان متاهين شخص تي زبان سان حملو ڪيئي ته اها بد تميزي آهي، ۽ پاڻ

ڪان گهٽ شخص تي حملو ڪندين ته اها قلتِ معرفت جو دليل آهي ۽ پاڻ
جهڙي سان اهڙو رويو رکيئي ته بي ادبي آهي.

جيڪي صادق ۽ ڪامل هوندا آهن، اهي جيڪڏهن ڪجهه چوندا به آهن
ته پنهنجي رب سان سليندا آهن، ۽ اهو ئي انهن جي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي تي
ڀروسو نه ڪرڻ جو دليل آهي. رسول الله ﷺ جو فرمان آهي، ”اي الله ! مان
تنهنجي وسيلي ئي حملو ڪندو آهيان ۽ تنهنجي وسيلي ئي متحرڪ رهندو
آهيان.“ ابراهيم خواص ﷬ پنهنجي هڪڙي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته،” وري
مان هئين ٿو چوان ته الله تعاليٰ جي وسيلي ئي حملو ڪندو آهيان.“
ڪنهن جو شعر آهي:

وكيف يطيب العيش من بعد من به،

على نائبات الدهر كنت اصول.

ترجمو: ان شخص ڪانسواءِ منهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙو لطف رهجي ويندو،
جنهن جي وسيلي مان مصيبتن تي حملو ڪندو هوس.

## 46 ذهاب :

’ذهاب‘ جي معنيٰ به غيبت آهي پر ذهاب، غيبت جي مقابلي ۾ وڌيڪ
مڪمل هوندو آهي ۽ ذهاب هي آهي، جن امرن جو دل کي مشاهدو هجي،
انهن جي اثر سان دل جي محسوسات کي نيبهه نه محسوس ڪرڻ کي ذهاب
چئبو آهي.

ان ڪان پوءِ هڪڙو ٻيو درجو ايندو آهي، صوفي ان ذهاب ڪان به بيخبر
ٿي ويندو آهي ۽ ’ذهاب‘ ڪڏهن ختم نه ٿيندو آهي.

جنيد ﷬ جو چوڻ آهي، ”’ليس بليس‘، جيڪو هن پنهنجي ڪنهن
ڪلام ۾ چيو آهي، ان جي تشريح ڪندي چوي ٿو ته،”ان جي مراد ذهاب
ڪامل آهي ۽ وري ان ذهاب مان به ذهاب اهائي معنيٰ سندس ان قوٰل جي
آهي ته ’ليس بليس‘ يعني سيئي حاظر امر غائب ٿي ويا ۽ شيون فنا ٿي ويون
تنهن ڪري نه ڪائي شي رهندي آهي نه محسوس ٿيندي آهي . “

اهڙي حالت کي ڪجهه ماڻهو ’فنا‘، ’فنا عن الفنا‘ جهڙوسمجهندا آهن
۽ ’قد الفقد في النقد‘ جو مطلب اهو ئي آهي ’ذهاب عن الذهاب.‘

## نفس :

دل جو ساري وقت ڪنهن قدر راحت حاصل ڪرڻ نفس آهي. ڪنهن شيخ جو قول آهي: "نفس الله تعاليٰ جي هوائن مان هڪڙي (راحت ڏيڻ واري) هواءِ آهي، جيڪا الله تعاليٰ باهه جي مٿان مسلط ڪري ڇڏيندو آهي. اهو ئي حال نفس جو آهي.

ذوالنون ﷬ جو چوڻ آهي:

من لاذ بالله نجا بالله،
وسره مر قضاء الله.
الله انفاس جرت الله،
لاحول لی فيها بغير الله.

ترجمون: جنهن الله وٽ پناهه ورتي، اهو الله جي مدد سان نجات حاصل ڪري ويو. اهو الله جي پاران جاري ڪيل تقدير مان خوش هوندو .

انهن نفسن جي ڪهڙي ڳالهه ڪبي، جيڪي الله تعاليٰ جي لاءِ جاري ٿياهجن ۽ انهن تي منهنجي الله تعاليٰ جي مدد کان سواءِ ڪا به قدرت حاصل ناهي. نفس جو مطلب پانهي جو ساهه به سڏبو آهي.

جنيد ﷬ جو چوڻ آهي:"الله تعاليٰ پانهي سان اهو وعدو ڪيو آهي ته وقت گذرڻ سان گڏو گڏ ، اهو پنهنجو دم يعني ساهه جي به حفاظت ڪندو رهندو."

ڪنهن جو شعر آهي :

وما نفست الا کنت مع نفسی،
تجری بك الروح منی فی مجاريها.

ترجمو: اي محبوب حقيقي مان جڏهن به ساهه ڪٽان ٿو ته تون منهنجي ساهه سان گڏو گڏ هوندو آهين، منهنجي روح، منهنجي جسم ۾ تو کي گڏ ڪٽي جاري ٿيندڙ جاين ۾ جاري رهندو آهي.

## حِسّ:

نفس کان سواءِ جيڪي علامتون ظاهر ٿينديون آهن حس سڏبيون آهن.

عمرو مڪي ﷬ جو چوڻ آهي: ”جيڪو شخص اهو چوي تہ مان وجد جي غلبي وقت ڪا بہ حس محسوس نہ ڪندو آهيان، اهو غلط چوندو آهي. ڇو تہ حس کي فنا ڪرڻ جو علم حس جي وسيلي ئي ٿيندو آهي، ۽ وجد ۽ فقد جو علم بہ حواسن جي وسيلي ٿيندو آهي، تنهن ڪري اهي ٻئي حواسن جي وسيلي معلوم ٿيندا آهن.“

## توحيد عام:

’توحيد عام‘ جو مطلب زبان سان توحيد جو اقرار ڪرڻ آهي ۽ جن امرن جو زبان اقرار ڪري، دل سان ان جي تصديق ۽ تحقيق ان طرح ڪرڻ جو، موحد (الله تعاليٰ ) کي سندس مڙني نالن ۽ صفتن سان ثابت ڪري.ان طرح جو اهو انهن ئي امرن کي ثابت ڪري، جن کي الله تعاليٰ ثابت ڪيو آهي. ۽ انهن امرن جي نفي ڪري،جن جي الله تعاليٰ نفي ڪئي آهي. اجان بہ جنهن سان اهي امر ثابت ٿين جن کي الله تعاليٰ پنهنجي ذات جي لاءِ ثابت ڪيو آهي ۽ انهن امرن جي نفي ڪري جن جي هن پنهنجي امرن ۾ نفي ڪئي آهي.



## توحيد خاص:

الله تعاليٰ جي هيڪڙائيءَ تائين رسائي اجان بہ ان جي حقيقت کي ويجهڙائيءَ کان محسوس ڪرڻ، ان حد تائين جو ٻانهي جو پنهنجي ذاتي حس حرڪت غائب ٿي وڃي، ڇاڪاڻ جو جيڪي امر الله تعاليٰ کانئس ڪرائڻ ٿو گهري انهن جي حفاظت الله تعاليٰ پاڻ ڪندو آهي.

بيان ڪيو ويندو آهي تہ جنهن وقت توحيد جو ذڪر ٿي رهيو هيو هو تہ شبلي ﷬ هڪ شخص کان پڇيو تہ،”تنهنجي توحيد آهي.“ ان شخص وراڻيو: ”ان کان سواءِ مون وٽ ڇا آهي.“ان تي شبلي ﷬ چيس تہ، ”الله تعاليٰ موحد (اڪيلو) جي توحيد هيءَ آهي تہ، تون پاڻ کي هنجي لاءِ وقف ڪري ڇڏين ۽ هو تو کي پنهنجي توحيد جو اهڙو مشاهدو ڪرائي، جنهن کان تون اڻڄاڻ ٿي وڃين، اها ئي توحيد خاص آهي.“

## تفريد:

تفريد اها آهي تہ مخلوق هئڻ جي نفي ڪندي، الله تعاليٰ کي هيڪڙائي ۾ اڪيلو ڄاڻڻ ۽ حقائق هيڪڙائي کي حاصل ڪندي، الله تعاليٰ کي اڪيلو قديم ڄاڻڻ.

ڪنهن صوفيءَ جو چوڻ آهي تہ، ”مومنن مان الله تعاليٰ کي اڪيلو مڃڻ وارا تہ گهٽائي آهن، ۽ انهن موحدن ۾ خاص ڪوئي هڪڙو هوندو آهي.“

حسين بن منصور ؒ پنهنجي شهادت جي وقت هي لفظ چيا هئا تہ، ”وجود واري لاءِ اهو ئي ڪافي آهي تہ اهو واحد الله تعاليٰ عزوجل کي اڪيلو ڄاڻي.“

## تجريد:

جڏهن ٻانهو بشري قدرتن کان پاڪ ٿي وڃي ۽ الوهيت جا مشاهده سندس قلب تي واضع طور تي ظاهر ٿين تہ اها ’تجريد‘ آهي.

ڪنهن بزرگ کان ’تجريد‘ جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ وراڻيائين، ”حق تعاليٰ کي انهن مڙني احڪامات ۾ جيڪي هو جاري ڪندو آهي، اڪيلو ڄاڻڻ. انهن مڙني امرن ۾ جيڪي الله تعاليٰ صادر ڪندو آهي، ٻانهي کي بي حس و حرڪت ڪري ڇڏڻ تجريد آهي.“

’تجريد‘ ۽ ’توحيد‘ جيتوڻيڪ مختلف لفظ آهن، پر اهي معنيٰ جي اعتبار کان هڪ آهن، ۽ ان جو تفصيل صاحبِ وجد بزرگن جا حقائق ۽ ارشادات جي مطابق هوندا آهن. ڪنهن جو هي شعر آهي:

حقيقت الحق حق ليس يعرفه

الا المجرو منه حق تجريد.

ترجمو: حق تعاليٰ جي حقيقت حق آهي، انهيءَ کي فقط اهو شخص سڃاڻي سگهي ٿو جيڪو حقيقي معنيٰ ۾ مجرد هجي.

## الھم مفرد ۽ السِرّالمجرد:

ھي ٻئي ھم معنيٰ لفظ آھن ۽ اھو ھيءَ آھي، جڏھن ڀانھو ھر قسم جي شغل کان واندو ٿي وڃي ۽ خدا تعاليٰ جي طرف متوجھ ٿي وڃي، ان طرح جو ڪنھن بہ قسم جو خيال ھن جو توجھ پري نہ ڪري سگھي، نہ ڪا ئي بيماري (تڪليف) ڪيس الله تعاليٰ ڏانھن متوجھ ٿيڻ.ان ڏانھن وڃڻ، ۽ ان کان ويجھو وصال کي پلي.ان حالت ۾ ٻانھي جو جيڪو ارادو يا سر ھجي، ان کي ھم مفرد ۽ سر مجرد چيو ويندو آھي.

جنيد ﷫ فرمائي ٿو تہ: ”ابراھيم آجريءَ مون کي چيو ٻچا، تنھن جي ھڪ گھڙي بہ پنھنجي پختي ارادري سان الله تعاليٰ جي بارگاھ ۾ اچڻ ، تولاءِ دنيا ۽ عقبا کان بھتر آھي.“

ابوبڪر شبلي ﷫ ھڪڙي شخص، جيڪو فضآءِ عدم ۾ ھو، جنھن جو خيال فضآءِ عدم ۾ حيران و پريشان ھو، ان کي چيو ، ”توھان جا ارادا ان شخص جي ارادن جيان آھن، جيڪو جوش ۾ آيو ھجي ۽ منھن جا ارادا ديوانن جھڙا آھن.“



## محادثہ:

اھا انتھائي سچارن جي صفت آھي.

ڪنھن ابوبڪر واسطي ﷫ کان صديقين (سچارن) جي انتھائي درجن مان اعليٰ ترين درجي بابت سوال ڪيو تہ، ھن وراڻيو: ” اھو طالع ( نصيب آزمائڻ وارا ) ۽ محدثن جو مقام آھي.“

روايت آھي تہ نبي ﷺ فرمايو آھي تہ : ”منھن جي امت مڪلم (ڪلام ڪندڙ ) ۽ محدث ھوندا.حضرت عمر انھن مان ھڪڙو آھي.“

سھل بن عبدالله ﷫ جو چوڻ آھي تہ: ”الله تعاليٰ مخلوق انڪري پيدا ڪئي آھي تہ ھو ساڻن راز سان ڳالھائي ۽ اھي ساڻس ڳالھيون ڪن، تنھن ڪري الله تعاليٰ ھنن کي چيو، مون اوھان کي ان لاءِ پيدا ڪيو آھي تہ توھان مون سان راز ۾ ڳالھايو، جيڪڏھن ائين نہ ڪري سگھو تہ : مون سان ھمڪلام ٿيو ۽ مون سان ڳالھيون ڪريو، جيڪڏھن ائين بہ نہ ڪري سگھو

تہ منهنجي مناجات ( دعا يا عرض ) ڪريو. جيڪڏهن ائين بہ نہ ڪري سگهو تہ منهنجي باري ۾ ڳالهيون ڪريو.“

## مُنا جات:

ذڪر جي صاف ٿيندي ئي الله تعاليٰ سان اسرارن لاءِ مخاطب ٿيڻ کي ’مناجات‘ چئبو آهي.

ابو عمر بن علوان ﷫ جو چوڻ آهي: ”مون هڪ ڀيري جنيد ﷫ کي پوياڙيءَ کان اڳياڙيءَ تائين پنهنجي مناجات ۾ هيئن چوندي ٻڌو: اي منهنجا خدا! منهنجا آقا! ڇا تون پنهنجي وصل جي وسيلي مون کي پنهنجي ذات کان ڇني ڇڏڻ ٿو گهرين. ڇا تون هيهات ترڪ ڪرڻ جي ڪري مون کي دوکو ڏئي پنهنجي طرف کان پري ڪرڻ ٿو گهرين.“

( مصنف جو چوڻ آهي ) مون ابو عمرو کان پڇيو تہ ”هيهات جو ڪهڙو مطلب آهي. ” جواب ڏنائين. مرتبو. (عزت ) “



## مسامرت:

معنيٰ ذڪر ويل غيبي اسرارن جي باري ۾ جيڪو ٻڌايو ويندو آهي ، ان کي ’مسامرت‘ چئبو آهي. ابو علي رود باريءَ جو هڪڙو شعر ان لحاظ کان پڙهو :.

سامرت صفو صبابتي اشجُانها،

حرق الهوی و غليها نيرانها.

ترجمو:. مون پنهنجي صحبت جي خلوص سان رات جو ڳالهايو تہ هن جي غم جي عشق جي باهہ ۾ ان جي گرمي ان جي باهہ آهي.

ڪنهن بزرگ چيو تہ ”مسامرت ڪمال لڪ سان خطاب کي باقي قائم رکڻو آهي. “

## رويت القلوب:

حقائق ايمان جي هوندي انواريقين سان، دل جا غيب ۾ لڪل امرن کي

ڏسڻ رويت القلوب آهي.

اهو ائين آهي جهڙيءَ طرح امير المومنين علي ابي طالب رضي الله عنه عنہ فرمايو آهي، ” ڇا اوهين اسان جي رب کي ڏسي سگهو ٿا؟“ تہ هن وراڻيو، ”اسان ان هستيءَ جنهن کي اسين ڏسي نہ ٿا سگهون، پوءِ ڇيائين اک ان کي ڏسي نہ سگهندي.“

انهيءَ جو اهو مطلب هوتہ دنيا ۾رهندي، ڪيس هي خاڪي اکيون ڪيس ڏسي نہ سگهنديون، جيئن هن جو ديدار ٿي وڃي پر ايماني حقيقتن جي مدد سان ڪيس ڏسي سگهبو، تنهن ڪري الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

مَا كَذَبَ الْفُؤَادُ مَا رَاٰى ﴿١١﴾ (سورة النجم 11)

**ترجمو:** جيڪي (پيغمبر جي) دل ڏٺو سو اُن ڪوڙ نہ ڄاتو.

هن آيت ۾ الله تعاليٰ دنيا ۾ دل جي ذريعي ديدار الاهيءَ کي ثابت ڪيو آهي، نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي، ”الله تعاليٰ جي ائين عبادت ڪريو، ڄڻ اوهين ڪيس ڏسي رهيا آهيو ۽ جيڪڏهن توهان ڪيس ڏسي نہ ٿا سگهو تہ هو الله تعاليٰ اوهان کي ڏسي رهيو آهي.“





## اسم:

اهي حرف آهن جن جي وسيلي اسم اعظم ڏيندڙ، اسم ڏئي اسم وٺندڙن جي معلومات حاصل ڪري وٺندو آهي، پوءِ حرف پنهنجي معنيٰ کان خاموش بہ ٿي وڃن، تڏهن بہ اهو اسم ، اسم وٺندڙ کان الگ نہ ٿيندو.

بيان ڪيو ويو آهي تہ شبلي رحمة الله عليه چوندو هو تہ ”مخلوق وٽ حق تعاليٰ جو صرف نالو ئي آهي.“ هو هئين بہ چوندو هو،”ڪوئي اهڙو شخص وٺي اچو جيڪو اسم اعظم وٺندي ان کي اهڙيءَ طرح ادا ڪري سگهي جيڪو ان جو حق آهي.“

ابوالحسين نوري رحمة الله عليه پنهنجي اشاري ۾ هي شعر بطور مشاهدي جي پيش ڪندو هو.

اذا ام طفل مسها جوع طفلها،

غذته باسم الطفل فاستعصم الطفل.

ترجمو: جڏهن ٻار جي ماءُ ٻار کي بک لڳندي محسوس ڪندي آهي تہ، ٻار کي ٻار جي نالي سان خوراڪ ڏيندي آهي، تنهن ڪري ٻارهن سان چنبڙي پوندو آهي.

شبلي ؒ چوندو هو، "مون کي اهڙو شخص گهرجي جيڪو الله تعاليٰ جو نالو وٺندو هجي ۽ ڪيس حقيقي طور تي ڄاڻ هجي تہ هو ڇا پيو چوي." هو وڌيڪ هيئن بہ چوندو هو تہ، "مڙيو ئي مخلوق علم جي ڳولا ۾ آهي ۽ هڙئي علم، اسم اعظم جا ڳولائو آهن ۽ اهو اسم باري تعاليٰ جو ڳولائو آهي."

## رسم:

اهي علامتون جيڪي مخلوق جي وجود تي ظاهر ٿينديون آهن، پوءِ اهي علم جون هجن يا مخلوق هئڻ جون. پر جڏهن انهن تي حق تعاليٰ جي غلبي جو ظهور ٿيندو آهي، تہ اهي علامتون ميسارجي وينديون آهن. ڪنهن جنيد ؒ کان پڇيو تہ، "هڪ اهڙو شخص آهي جنهن جو اسم غائب ٿي ويو آهي ۽ سندس صفتون ناپيد ٿي چڪيون آهن ۽ علامتون ڏوپجي ويون اٿس، تنهن ڪري چئہ تہ هن جون ڪي بہ علامتون نہ ٿيون."

جنيد ؒ وراڻيس، " ها، اهو صحيح آهي ۽ اهو اهڙي ويل ٿيندو آهي جڏهن هو اهو مشاهدو ڪندو هجي، تہ حق تعاليٰ پاڻ ڪيس قائم رکيون ايندو آهي، پنهنجي ذات جي لاءِ ۽ پنهنجي حڪومت اندر."

جنيد ؒ جي هن قؤل جي وضاحت امتيرسمون آهن. هتي ان جو مقصد علم ۽ فضل آهي، جيڪو ان شخص ڏانهن منسوب ٿيل آهي، جڏهن هو ڏسندو آهي تہ اللهِ تعاليٰ در حقيقت ڪيس ان فعل تي قائم رکيو رهندو آهي تہ هن جو علم ۽ فعل ميسارجي (مخو) ويندو آهي. " ڪنهن جو قول آهي.

برسوم دارساتٍ وطلل

معنيٰ: اتي، جتان جا نشان ۽ کنڊر ميسارجي چڪا هجن.

## وسم:

اهي علامتون جيڪي الله تعاليٰ پانهي تي ازل کان ظاهر ڪري ڇڏيون هجن. جيڪي علامتون الله تعاليٰ چاهيون هجن ۽ جهڙيءَ طرح چاهيون هجن، تنهن ڪري اهو پانهون انهن نشانين کي بدلائي نه ٿو سگهي ۽ نه ئي ڪنهن کي ان جو علم هوندو آهي.

احمد بن عطار ﷺ جو چوڻ آهي، ”اهڙيون نشانيون مقبول ماڻهن تي ۽ مردود ماڻهن تي پڻ لڳايون وينديون آهن، ڇو ته اهي سندن اهڙيون ئي صفتون آهن، جيڪي ازل ۾ جاري ٿيون، ان ڪري ابد تائين هليون هلنديون.“

## روح ۽ تروح:

’روح ۽ تروح‘، هڪڙي قسم جي هير آهي، جنهن جو جهوٽو اهلِ حقائق جي قلبن کي ڏنو ويندو آهي، ان ڪري اهلِ حقائق تي جيڪو بوجهه وڌو ويندو آهي، ان جي ٿڪاوٽ محسوس نه ٿيندي آهي. يعني حقوق الله جي نظر داريءَ سان الله تعاليٰ جي حسين عنايت جي ڪري آرام محسوس ڪندا آهن.



يحيٰ بن معاذ ﷺ جو فرمان آهي، ”حڪمت، الله تعاليٰ جي فوجن مان هڪ فوج آهي، جيڪا الله تعاليٰ پانهن جي دلين ڏانهن روانو ڪندو آهي، جيئن انهن سان دنيا جي ڇيپن کي ٽڏو ڪيو وڃي.“

وڏيڪ چيائين ته، ”وليءَ جو روح ، بارگاهه رب العزت ۾ هوندو آهي ۽ اهو ڪيس سندس موليٰ سان رڏل رکندو آهي.“

صفيان جو چوڻ آهي ته، ”عارفن جي قلب جو آرامگاهه آسماني باغات ۾ آهي، جن جي آڏو الله تعاليٰ جي پاران پردا پيل آهن. اهو هنن جو خيمه گاهه آهي ۽ اتان هي اهڙا ميوا چونڊيندا آهن. ان لاءِ وڏيڪ هي آهي ته الله تعاليٰ جي ويجهائي هئڻ ڪري کين راحتِ انس جي نعمت عطا ٿيندي آهي.

## نِعت:

صفت بيان ڪندڙن جي پنهنجي ملهوت يعني الله تعاليٰ جي ڪنهن،

حڪمت ۽ اخلاق جي خبر ڏيڻ. اهو بہ ٿي ٿو سگهي تہ نعت ۽ وصف هڪ ئي معنيٰ ۾ هجن، فرق صرف ايترو آهي تہ وصف مجمل ۽ نعت ۾ تفصيل ٻڌايو ويندو آهي، تنهن ڪري جڏهن صوفي وصف ٻڌائيندو آهي تہ هو سڀ ڪجهہ گڏ ڪري(مجمل بيان ڪندو) ۽ جڏهن هو نعت بيان ڪندو تہ ڌارو ڌار وضاحت سان ٻڌائيندو.

## صفت:

اها وصف جيڪا موصوف کان جدا نہ ٿئي. پر نہ، اهو ڇيو وڃي تہ اهو مؤصوف تي آهي (وصف ٻڌائيندڙ ) ۽ اهو تہ هيءَ موصوف کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ آهي.

## ذات:

ذات اها شيءِ جا جيڪا پاڻ مرادو قائم هجي، اسم نعت ۽ صفت سڀ ذات جون نشانيون آهن، تنهن ڪري اسم، نعت ۽ صفت فقط ان جو هجڻ، جيڪو ذات وارو هجي ۽ ذات وارو اهو ئي ٿي سگهي ٿو جنهن جو نالو اسم هجي، نعت هجي ۽ صفت هجي. ان جو مثال هي آهي، 'القادر' الله تعاليٰ جي نالن مان هڪڙو نالو آهي ۽ قدرت ان جي هڪڙي صفت آهي ۽ تقدير ان جي هڪڙِ نعت آهي، اهڙي متڪلم (ڪلام ڪندڙ) الله تعاليٰ جي نالن مان هڪڙو نالو آهي، ڪلام ان جي صفت آهي ۽ بخشش هن جي نعت آهي.



## خلق ۽ خالق:

واسطي ﷺ جو چوڻ آهي، " مخلوق وٽ صرف الله تعاليٰ جو نالو يا نعت يا صفت آهي ۽ مخلوق ڪي الله تعاليٰ جي نالن جي وسيلي ، هن جي نعتن کان پردي ۾ رکيو ويو آهي، ۽ نعتن جي وسيلي صفتن کان پردي ۾ رکيو ويو آهي، ۽ صفتن جي وسيلي سندس ذات کان پردي ۾ رکيو ويو آهي.

تنهن ڪري ٻانهون جڏهن الله جي تدبير، تصوير، فضل ۽ احسان جو ذڪر ڪندو آهي تہ سندس نعتن جو ذڪر ڪندو آهي، ۽ سندس نعتن سان سندس صفت بيان ڪندو آهي. جڏهن الله تعاليٰ جي علم ، قدرت، ڪلام ۽ مشيئت (

مرضي ) جو ذڪر ڪندو آهي تہ هن جي صفتن جو ذڪر ڪندو آهي، ۽ جڏهن الله تعاليٰ جي صفتن سان سندس تعريف ڪندو آهي تہ وڏيڪ چيايون:

اذا طلعت شمس عليك بنورنها،
وانت خليط اللمشعاع المباشر.
بعيد من الذات العزيز مكا نها،
ولم تعر من نعت لنفسك قاهر.

ترجمو: جڏهن سج پنهنجي روشنيءَ سان تو تي ايري ٿو، تہ تون ان جي ڪرڻن سان رلي ملي سگهين ٿو. انهن ڪرڻن جي جاءِ تہ ان ذات عزيز ڪان پري آهي، پر اهي پنهنجي نعت ڪان خالي ناهن ، جيڪا تنهن جي نفس تي غالب ٿي وڃي ٿي. "

## حجاب:

'حجاب ' (پردو) اها شيءَ آهي جيڪا مطلوب ۽ مقصود ۽ طالب ۽ قاصد جي وچ ۾ اچي وڃي، اهو حجاب ( پردو ) آهي.

سري سقطي ﷫ جو چوڻ آهي ، "اي خدا ! تون مون کي جيڪو عذاب ڏيڻ گهرين ڏئي ڇڏ، پر مون کي حجاب (پردي ) جي ذلت جو عذاب نہ ڏجان. "

محمد بن علي ڪتانيءَ جو چوڻ آهي: "الله تعاليٰ ٻاران ملندڙ ثواب کي ڏسندا رهجو، حجاب لاءِ حجاب تي ويندوآهي ۽ حجاب کي ڏسندا رهجو، غرور کان جهليندوآهي. ان جو مطلب هي آهي، والله اعلم (۽ الله ٿو ڄاڻي) تہ ٻانهي جي پنهنجي عبادت ، ذڪر ۽ ثواب کي ڏسجو، ان حجاب جو حجاب آهي، جنهن کان اسان کي جهليو ويو آهي. وري ان حجاب کي ڏسجو، پنهنجي علم تي غرور ڪرڻ کان پليندوآهي. "

## دعويٰ:

نفس ٻاران انهن صفتن کي ٻاڻ ڏانهن منصوب ڪرڻ جيڪي هن ۾ موجود ناهن.

سهل بن عبدالله جو چوڻ آهي تہ، ”ٻانهي ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ بدترين حجاب ان جي دعويٰ آهي.“ جيئن چيو ويو آهي.

ولما ادعيت الحب قالت كذ بتنى،

فمالى ارى الاعضا منك كواسيا.

ترجمو: جڏهن مون هن جي محبت جي دعويٰ ڪئي تہ چوڻ لڳو تہ ڪوڙ ڳالهائڻو آهي (جيڪڏهن ائين آهي تہ) پوءِ تنهنجا اعصاب گوشت سان ڇو ڍڪيل آهن.

ابو عمرو زجاجي ﷺ جو چوڻ آهي تہ، ”جنهن جي ڪا بہ دعويٰ ناهي، ان ۾ ڪائي خوبي بہ ناهي.“ ان مان سندس مطلب هي هو تہ نفس پنهنجي انهن اطاعتن جي طرف منسوب هجي جيڪي هن ۾ ناهن، انهن جي دعويٰ جو دليل بڻجي سگهن.

## اختيار:

اهو ان ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ، الله تعاليٰ فلاڻي فلاڻي ماڻهوءَ لاءِ منتخب ڪرڻ جي بناءَ تي ٻانهو، ان ڪي عنايت خداوندي ڄاڻي ۽ هو بہ ڪيس اختيار تہ ڪري.

يحييٰ بن معاذ ﷺ جو چوڻ آهي تہ، ”جيسين ٻانهون معرفت الاهي حاصل ڪرڻ ۾ جنبيل هوندو آهي، انهيءَ ڪي اهو ئي چيو ويندو آهي تہ تون اختيار نہ ڪر، ڇو تہ تون پنهنجي اختيار ۾ امين ناهين. جيسين تو ڪي معرفت حاصل نہ ٿي وڃي. ۽ جڏهن ڪيس معرفت حاصل ٿي وڃي تہ ڪيس چيو ويندو آهي ، چاهين تہ اختيار ڪري وٺ ۽ چاهين تہ اختيار نہ ڪر، ڇو تہ هاڻ جيڪڏهن تون اختيار ڪرين تہ اسان جي مدد سان ڪج تہ اسان جي اختيار جي ڪري ائين ڪري سگهندين، تنهن ڪري تون پنهنجي اختيار ۽ عدم اختيار ۾ اسان سان گڏ آهين.“

## اختبار:

الله تعاليٰ ٻاران پنهنجي سچن ٻانهن کان امتحان وٺڻ، تہ ان سان هو مخصوص ماڻهن جي منزلن ڪي آباد ڪري ۽ ان آزمائش جي ذريعي انهن

جي سچائيءَ کي ظاهر ڪري، ۽ ان طرح عام مومنن تي پنهنجو اعتبار قائم ڪري سگهي، جيئن مريد سندس ادب اختيار ڪن.

روايت آهي، حضور ﷺ جن فرمايو، اخبر من تقلہ. حديث جي شرح هيئن آهي، جنهن ڪي وٽي آزمائي امتحان وٺو. جيئن ڪيس آزمائي ان جي اندر لڪل سچائي ڪي سامهون آڻي سگهو.

## البلاءَ:

الله تعالي طرفان ٻانهي جي آزمائش جي ذريعي حال جي حقيقتن جو ظاهر ٿي پوڻ 'البلاءَ' آهي، ۽ اهڙي آزمائش اهڙو عذاب هوندو آهي، جيڪو ٻانهي تي نازل ٿيندو آهي.

ابو محمد جويري رحمة الله عليه جو چوڻ آهي، "انسان جتي ڪٿي بہ هجي آزمائش ٿيندي آهي."

روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جو فرمان آهي، " اسان نبين کي سڀ کان وڏيڪ آزمائش ۾ وڌو ويندو آهي."

آزمائشن جي حوالي سان ڪنهن جو هي شعر آهي:

دائرات البلا على تدور،
والى ما ترى على تثور.
ما ارى للبلاءَ بلاءُ سواى،
و بلائى على البلاءِ كدور.
فانا محنت البلاء و بلائى.
حاصن البلاء عليه غيور.
يا بلائى على البلاءِ لا تعدى،
كن به مالكا رحيماً غفور.
يا معين البلاء على اعنى
فى البلاء فالبلاء على سعير.

ترجمو:. مصيبتون مون مٿان ڦرنديون رهنديون آهن ۽ جيئن تون ڏسي رهيو آهين مون کي هلاڪ ٿيون ڪن.

مون کي تہ ائين تو ڏسڻ ۾ اچي تہ مان پاڻ ان آزمائش جي لاءِ آزمائش بڻجي ويو آهيان، ۽ منهنجي آزمائش ان آزمائش جي لاءِ بچڙائي آهي.

تنهن ڪري ان آزمائش جي لاءِ مان مصيبت بڻيل آهيان، ۽ منهن جي آزمائش ہي آزمائش جي لاءِ پاڪ دامن جي گهر واري آهي، جنهن تي هو غيرت ۾ ايندو آهي.

اي آزمائش مٿان آزمائش حد کان نہ وڌ، هن جي مالڪ ۽ غفور بڻجي پئہ. اي مصيبت ۾ منهنجي مدد ڪرڻ وارا، تون هن مصيبت ۾ منهنجي مدد ڪر، ڇو جو مصيبت مون لاءِ دوزخ بڻيل آهي.

## لسان:

ان جو مطلب آهي علم حقائق جي ترجماني ڪرڻ.

ابوالحسين نوري ﷺ هڪ خط ۾ جنيد ﷺ کي لکيو، "اي منهنجا آقا! الله تعاليٰ اوهان کي آزمائش جي علم ( علم البلاء ) جي ترجماني ڪرڻ جي طاقت ڏني آهي ۽ اوهان کي بلاء البلاء جي علم تي بہ دسترس حاصل آهي."



ابوبڪر شبلي ﷺ کي لسان علم ۽ لسان حقيقت جي وچ ۾ فرق کي واضع ڪرڻ لاءِ چيو ويو تہ وراڻيائين تہ، "لسان (بيان) علم اسان تائين ڪنهن وسيلي سان پهچندو آهي." پڇيو ويس تہ، "لسان الحق ڇا کي چوندا آهن؟" وراڻائين تہ، "جنهن تائين خلق جي پهچ نہ هجي."

واضع رهي تہ شبليءَ جي قؤل ۾ لسان جو مطلب بيان علم ۽ عبارت ۾ ڪنهن مطلب کي کولي ٻڌائڻو آهي.

## سِر:

'سِرَ'، وجود ۽ عدم وجود جي وچ ۾ لڪل هوندو آهي. اهو بہ چيو ويندو آهي تہ، "سر اهو آهي، جنهن کي حق تعاليٰ لڪائي رکيو هجي ۽ خلق ان کي پروڙي نہ سگهي. سرّ خلق هيءَ آهي تہ ان کي حق تعاليٰ بنا واسطي ٿي ٻڌائيندو آهي. ان ڪانسواءِ سرالسر هوندو آهي، جنهن جو احساس سر بہ ڪري نہ سگهندو آهي. جيڪڏهن ائين هجي تہ سرّ نہ سڏبو آهي."

سهل بن عبدالله ﷺ چيو آهي، ”نفس جي لاءِ بہ هڪ سرّ هوندو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ فقط فرعون جي زبان تي جاري ڪيو هو ۽ انا ربّڪم الا عليٰ (مان توهان جو وڏو رب آهيان)، چئي ڏنائين.“ ڪنهن جو شعر آهي.

ياسر السر يدق حتى،
يخفى على وهم كل حى.
وظاهر باطن تجلى،
من كل شيءٍ لكل شيءٍ.

ترجمو: اي سرالسر ! جيڪو ان قدر ڏکيو بڻجي وڃي ٿو، جيئن هر ذي روح جي وهم گمان کان بہ لڪي ٿو وڃي . اهو ظاهر ۽ باطن موجود رهندو آهي ۽ هر شيءَ جي لاءِ ظاهر ٿيندو رهندو آهي.

## عقد:

عقد جو تعلق باطن سان آهي ۽ هي ان زماني کي چئبو آهي، جيڪو بانهون پنهنجي قلب ۾ پنهنجي رب ۽ پنهنجي وچ ۾ آڻيندو آهي، تہ فلاڻو ڪم ڪندس ۽ فلاڻو ڪم نہ ڪندس. الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَوْفُوْا بِالْعُقُوْدِ ؕ اُحِلَّتْ لَكُمْ بَهِيْمَةُ الْاَنْعَامِ اِلَّا مَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ غَيْرَ مُحِلِّى الصَّيْدِ وَاَنْتُمْ حُرُمٌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيْدُ ۝ (سورة المائدة 1)

ترجمو: اي ايمان وارؤ (پنهنجن) انجامن کي پاڙيو، جيڪي اوهان تي پڙهبو تنهن کانسواءِ (بيا) چوپايا ڍور اوهان لاءِ حلال ڪيا ويا آهن پر اوهين احرام وارا ٿي شڪار کي حلال سمجهندڙ نہ ٿيو، بيشڪ الله جيڪي گهرندو آهي سو حُڪم ڪندو آهي.

هڪ داناءَمرد کان پڇيو ويو، ”توهان الله تعاليٰ کي ڪئين سڃاتو.“ ورڻائين، ”مون کيس مشڪلات جي حَل ٿيڻ ۽ ارادن جي ٽٽڻ جي ڪري سڃاتو.“ محمد بن يعقوب فوجي ﷺ جو چوڻ آهي، ”مون ٽن ورهين کان الله تعاليٰ ۽ پنهنجي وچ ۾ فقط ان خوف جي ڪري ڪو واعدو نہ ڪيو، متان هو اِهو نہ ڪري وجهي، ۽ انطرح مان جيئن پنهنجي قؤل ۾ ڪوڙو نہ ٿي پوان.“

چيو ويندو آهي تہ خاص ۽ عام فرق هي آهي تہ عام مومن تي الله تعاليٰ واجب ڪري ڇڏيو آهي تہ اهي پنهنجي انجامن کي ان وقت پورو ڪن، جن جو هو پنهنجي زبان سان اقرار ڪن، ۽ خاص مومنن تي انجام پورو ڪرڻ ان طرح لازم آهي تہ اهي ان مهل تي انجام پورو ڪن، جنهن مهل هنن پنهنجي دل ۾ انجام جو ارادو ڪيو هجي.

## الهم:

هم کي واحد ۾ استعمال ڪرڻ ۾ هي اشارو پوشيدو آهي تہ سالڪ پنهنجي مڙني ارادن کي گڏ ، هڪڙي ئي ارادي ۾ گڏ ڪري سگهي.

ابو سعيد خراز ﷺ جو چوڻ آهي تہ "پنهنجي هم (ارادي ) کي الله تعاليٰ جي آڏو رکو."

ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي، "ٻانهي کي گهرجي تہ سندس ارادو سندس پيرن جي هيٺان هجي، يعني تہ هو حالت ماضيءَ جو ارادو ڪري ۽ نہ مستقبل جو . اجان بہ حال جي ڪيفيت تائين رکي."



## اللحظ:

'لحظ' جو مطلب هي آهي تہ دل جي اکين سان ان يقين جو مشاهدو ڪرڻ، جنهن تي ٻانهون غيب سان گڏ ايمان آڻي چڪو آهي.

ابو علي رودباري عليہ رحمت جا ڪجهہ شعر انهيءَ متعلق پڙهو.

1. لاحظ فرآني ملا حظتي.
   فغبت کن رويتي مني بعناه.
2. وصادفت همتي لطف الخفي بما،
   تمکنت من تکن دون منشاه.
3. فلا الي احدن همي ولا فطني،
   ولا الي راحتن اسلو فاناه.
4. الله يعلم اني لست اذکره،
   وکيف اذکره اذلست انساه.

ترجمو:1. مون هن کي دل جي اکين سان ڏٺو ۽ هن منهنجي اهڙي ڏسڻ کي به ڏٺو ۽ ان طرح مان هن جي ٻڌايل ۽ مقصود سان گڏ پنهنجي ڏسڻ کان به عاري ٿي ويس.

2. منهنجو مقصد ۽ ارادو اتفاق سان هڪ لڪل لطف ۽ ڪرم سان هڪ ٿي ويو ۽ ان لڪل لطف سان لڪل طور الله تعاليٰ جي رضا جي ويجهو پهچي ويس.

3. ڪنهن ڏانهن به منهنجو وڃڻ ناهي ۽ نه ڪنهن ڏانهن منهنجو ذهن متوجهه آهي ۽ نه ئي مان ڪنهن آزمائش سان مطئمن ٿو ٿيان جو هن کي وساري وهان.

4. الله تعاليٰ چاڻي ٿو ته مان کيس ياد نه ٿو ڪريان، ۽ مان کيس ياد به ڪئين ڪريان جو ته مون هن کي وساريو ئي ناهي.

وہ انہیں یاد کریں، جس نے بھلایا ہو کبھی

ہم نے ان کو بھلایا نہ کبھی یاد کیا



**محو:**

ڪنهن شيءَ جو اهڙيءَ طرح فنا ٿي وڃڻ جيئن ان جو ڪو به نشان ئي نه رهي 'محو' چئبو آهي.

ابوالحسن نوريءَ جو چوڻ آهي ، "خاص ۽ عام ٻئي عبوديت ۾ گڏ هوندا آهن، پر جيڪو انهن مان اڳرو هوندو آهي، الله تعاليٰ کيس پنهنجي قرب ۾ جڪي وٺندو آهي، ۽ هن جي نفس کان پيون مڙئي مشغوليون ۽ مصروفيتون ختم ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ کيس سچو قرب ۾ ڪڍي ڇڏيندو آهي." ارشاد باري تعاليٰ آهي.

يَمْحُوا اللّٰهُ مَا يَشَآءُ وَيُثْبِتُ ۚ وَعِنْدَهٗٓ اُمُّ الْكِتٰبِ (سورۃ الرّعد39)

ترجمو:جيڪي الله کي وڻندو آهي سو ميٽيندو آهي ۽ قائم رکندو آهي، ۽ وٽس اصل ڪتاب آهي.

الله تعاليٰ جو پنهنجو قرب عطا ڪرڻ، ان جو مطلب هي آهي ته ٻانهن کي الله تعاليٰ پنهنجي قرب سان نوازي پاڻ وٽ گڏ ڪندو آهي. انهن جي

نفسن کي احساس فعل کان عاري کري، کين پاڻ سان ثابت کري ڇڏيندو آهي، جيئن هو پنهنجي عمل ۾ چرپر لاءِ الله تعاليٰ کي ئي محرڪ سمجهي.

## محق:

’محق‘، محوءَ جو هم معنيٰ آهي، پر ان قدر فرق به آهي ته ’محق‘ ميسارجي وڃڻ يا فنا ٿي وڃڻ جي اعتبار سان محو کان ڪجھ اڳيرو آهي.
هڪ شخص ابوبڪر شبلي ﷫ کان پڇيو ته، ”ڇا ڳالھ آهي مان اوهان کي پريشان ٿو ڏسان؟ ڇا هو اوهان سان ۽ اوهان هن سان نه آهيو؟“ شبلي ﷫ وراڻيس، ”جيڪڏهن مان هن سان هجان ها ته مان موجود هجان ها ڇا، پر مان ته هن جي ذات ۾ محو ٿي چڪو آهيان، يعني نه مان آهيان ۽ نه ئي ڪا ٻي شيءِ مون لاءِ موجود آهي. پر هر شيءِ هن کان، هن لاءِ ۽ هن سان گڏ آهي. جيئن ڪنهن جو شعر آهي:

کل له وله ومنه فآئين لی،
شی فاوثره فطاح لسانها.

ترجمو: هر شيءِ هن لاءِ، هن سان ۽ هن کان آهي ته پوءِ مون لاءِ ڪا ئي شيءِ ڪٿي آهي، جئين مان اها پاڻ لاءِ پسند ڪريان.

## اثر:

فاني شيءِ جو ڪو باقي بچڻ وارو نشان ’اثر‘ ڪو ئبو آهي. ڪنهن جو قؤل آهي ته، ”جنهن کي ڏسڻ کان محروم لکيو ويو ته اهو اڪثر سان ئي هري مري ويو ۽ جيڪو اثر وڃائي وينو اهو ذڪر ۾ مشغول ٿي ويو.“ چوڻ واري هئين چيو آهي:

فماعندی لکم اثر،
ولم السمع لکم خبر.

ترجمو: مون وٽ تنهنجو نه ئي ڪو نشان آهي نه ئي مون تنهنجي متعلق ڪا خبر ٻڌي آهي.

چوندا آهن تہ ڪنهن بادشاھ جي محلات تي هي شعر لکيل هو.

ان آثارنا تدل علينا،
فانظرو ابعدنا الى الآثار.

ترجمو: انسان جا آثار (نشان) ئي اسان جو ڏس ڏيندا. تنهن ڪري اسان کان پوءِ اسان جي آثارن کي ئي ڏسجو.

خواص ﷫ چيو: "الله تعاليٰ کي مڙني شين کان اڪيلو ڄاڻ،ائين آهي تہ پانھو انهن مڙني شين جي آثارن کي پاڻ کان جدا ڪري ڇڏي، جيڪي نفس سان شريڪ ڪندو آهي." پاڻ هي شعر بہ پڙهائين.

لو ان دونك بحر الصين معترضا،
لخلت ذاك سرابا ذاهب الاثر.

ترجمو: جيڪڏهن تو کان پهرئين درياھ چين بہ اچي وڃي ها تہ مان ان کي بہ گم ٿيندڙ محض خواب سمجهان ها.





## ڪون:

'ڪون' مختصر ۽ جامع لفظ آهي، انهن مڙني مخلوقات جي لاءِ آهي، جنهن کي موجد اعليٰ عزوجل ڪاف ۽ نون جي وچ ۾ ڪيو آهي.

## بون:

'بون' جي معني جدا ٿي ۽ ڏار ڪرڻ آهي. 'ڪون' ۽ 'بون' ٻنهي جي معنيٰ کي جنيد ﷫ وڏي خوبيءَ سان واضع ڪيو آهي، ان جو چوڻ آهي، "موحدين انهن کي چئبو آهي جيڪي موجود هجن، بنا وجود جي ۽ الڳ ٿلڳ هوندا آهن،ائين جيئن ڏار ناهن. اجا بہ سندن شين سان موجود هجڻ سندن شخصيتن سان هجڻ، ۽ انهن جو شين کان جدا هجڻ، سندن باطِن سان واسطو آهي."

لقد تاه فى تيه التوحد وحده،
وغاب بعز منك حين طلبته.

ترجمو: بي شڪ هو توحيد جي ميدان ۾ اڪيلو گهمي رهيو هو، ۽ جڏهن تو ڪيس سڏيو تہ هو تنهنجي عظمت ۽ عزت سان گم ٿي ويو.

ظهرت لمن اثبته بعد بونه،

فکان بلا کون کانك كنته.

ترجمو: تون انڪري ظاهر ٿيئن جنهن جي جدا ٿي ڪان پوءِ ثابت ڪري ڇڏيو، تہ ڇڻ هو موجود ٿي ويو ناموجود هئڻ جي، ڇڻ تون ٿي ڪيس وجود ۾ آندو.

## وصل:

'وصل' جو مقصد آهي غائب سان گڏجي وڃڻ.

يحيٰ بن معاذ ﷬ جو چوڻ آهي تہ، "جنهن جيستائين عرش جي هيٺان واڙين شين کان اکيون بند نہ ڪري ڇڏيون، اهو عرش مٿان جو ڪجھ آهي؛ ان تائين پهچي نٿو سگهي، يعني هن عرش جي خالق جي وصل تائين رسائي حاصل نہ ڪئي."



ابوبڪر شبلي ﷬ جو قول آهي، "جنهن هي خيال ڪيو تہ هو الله تعاليٰ تائين پهتل آهي، ان کي ڪجھ بہ حاصل نہ ٿيو."

ڪجھ صوفين جو چوڻ آهي: "اصولن کي وڃائڻ ڪري انهن کي وصل نصيب نہ ٿيو."

و وصلکم، هجر و ودٌ کم قلي،

و قربکم بعد وسلمکم حرب.

ترجمو: تنهن جو وصل ۽ جدائي آهي، تنهن جي محبت بغض آهي، تنهنجو قرب دوري ۽ تنهنجو صلح جنگ آهي.

## فصل:

ڪنهن پسنديده شيءِ جو حاصل ڪري سگهڻ کي 'فصل' چئبو آهي. ڪنهن جو قؤل آهي، " جنهن هي خيال ڪيو يا گمان.ڪيو تہ ڪيس وصل حاصل ٿيو آهي، تہ ڪيس پڪ ڄاڻڻ گهرجي تہ هو الڳ ٿي ويو. "

ڪنهن ٻئي جو چوڻ آهي، ”تنهنجي وصل جي خوشي تنهن جي جدائيءَ سان لاڳاپيل آهي.“ جيئن ڪنهن جو چوڻ آهي .

فلا وصل ولا فصل ولا ياس ولا طمع

ترجمو: نہ وصل آهي نہ جدائي آهي، نہ مايوسي ۽ نہ گهرج.

## اصل:

’اصل‘ سان وڏارو ثيندو آهي، اصل الاصول هدايت آهي ۽ ان کان پوءِ اصول جئين دين جا اصول يعني توحيد، معرفت، ايمان، يقين، صدق ۽ اخلاص.

## فرع:

’فرع‘جي معنيٰ ٽاري آهي، ۽ ’فرع‘اصل کان وڏنديون آهن، ۽ جڏهن ’فرع‘ مان ’فروع‘(گهٽيون ٽاريون) ۾ واڌارو ٿينديون آهن، تہ اهي اصل جي جاءِ والاريندڀون آهن. تنهن ڪري اصل انهن واڌارن ڪري، جيڪي ’فرع‘ سڌبيون آهن، حجت جي منزل رسنديون آهن ۽ ٻنهي جي اصلن ڏانهن ورنديون آهن.

هدايت اصل آهي ۽ توحيد ، معرفت، ايمان ، صدق ۽ اخلاص، ان جا واڌارا آهن، ۽ احوال، مقامات ، اعمال، ان اصول تي واڌو آهن، يعني انهن جي فروع آهن. ان طرح اهي فروع وڌيڪ فروع جي پيدا ٿيڻ جو سبب هجڻ جي ڪري اصول چوائيندڀون آهن. عمرو بن عثمان مڪيءَ ﷺ جو چوڻ آهي، ”اسان جو اصول ڪي مجڻ، اسان جي لاءِ ڪوتاهي ۽ گهٽتائيءَ تي دليل ۽ حجت قائم ڪندو آهي.“

ان طرح اصول تي ايمان ۽ اقرار ڪرڻ کان پوءِ ان جي انڪار ڪرڻ جي سلسلي ۾ بہ اسان تي حجت قائم ٿي ويندي آهي. ڪنهن عالم دين جو قول آهي، ”جنهن امُر ڏانهن رسول الله ﷺ دعوت ڏني، اهو اصل آهي ۽ جيڪي امر ان اصل کان وڌن اهي فروع آهن ۽ پنهنجي اصل ڏانهن موٽايون ويون آهن.

## طمس:

ڪنهن واضع شيءَ جو تحليل ٿي وڃڻ کي ’طمس‘ چئبو آهي. جنيد

ﷺ ابوبڪر الڪسائي کي هڪ خط ۾ لکيو:”اوهان لڪل رستن ۾ مقدم تيل ستارن ۾ آهيو.“ الله تعاليٰ فرمايو:

فَإِذَا النُّجُوْمُ طُمِسَتْ ﴿٨﴾ (سورة المرسلات8)

**ترجمو:** پوءِ جڏهن تارا ميٽي ڇڏبا.

هتي ’طمست‘ جي معنيٰ ستارن جي روشني ويندي رهڻ آهي. عمرو بن عثمان مڪي ﷺ چيو:”تون ان وقت تائين حق تعاليٰ جي حقيقت تائين پهچي نہ سگهندين، جيسين انهن لڪل رستن تان نہ گذرين . يعني تون انهن احوالن تائين نہ پهچين ۽ انهن جو نشان باقي نہ رهيو هجي.“

## الرمس ۽ الدمس :

’دمس‘: دفن ڪرڻ کي چوندا آهن. ان ڪري قبرستان کي ’ديماس‘ چئبو آهي. جنيد ﷺ، يحيٰ بن معاذ کي هڪڙي خط ۾ لکيو هو،” پنهنجي دل ۾ موجود هر شيءَ جي غلبي کي قبر ۾ دفن ڪري ، ۽ ان قبر کي بہ غيب جي لڪ ۾ دفن ڪري ڇڏ. ان حد تائين جو انهيءَ شيءَ جي لڪ ۾ هجڻ بہ گم ٿي وڃي پوءِ ان طرف اشاري جي نسبت کي بہ ان کان ڏار ڪري ڇڏ.“

”هتي اهو سمجهڻ ضروري آهي تہ جنيد ﷺ جي ان لکت ۾ حقيقت ۾ توحيد ڏانهن اشارو آهي، تہ ٻانهو صفتن ۽ انساني عملن کان بنهہ فاني ٿي وڃي، ۽ ائين جو هو آهي پر اصل ۾ ناهي. سهل ﷺ جو چوڻ آهي تہ، ”جڏهن تون پنهنجي نفس کي تحت الثريٰ ۾ دفن ڪري ڇڏيندو آهين تہ تنهنجو قلب عرش کان مٿي پهچي ويندو آهي، مطلب هي آهي تہ نفس کي ڇڏي ڏي ۽ ان جي مخالفت ڪر.“

## قصم:

’قصم‘ جي معنيٰ آهي لڇڻ.

ابوبڪر زقاق ﷺ جو چوڻ آهي: ”جيڪڏهن گناهہ مون پاڻ اختيار ڪيا هجن ها تہ مون کي انهن جو ڏک نہ ٿئي ها، ڇو تہ اهو امر مون مطابق هجي ها، پر ڇا ڪريان جو منهنجي چيلهہ تہ ان وقت ڀڳي وئي ، جڏهن گناهہ پاڻ مون مٿان حاوي ٿي ويا.“

ابوبڪر واسطي ﷫ جو چوڻ آهي ته:”سيئي امر پنهنجي حقائق جي اعتبار سان زمانن مٿان حاوي ٿي ويا، تنهن ڪري جنهن زمانن کي قديم ڄاتو، ان لاءِ زمانن جو مقابلو ٿئي پيو.“

**سبب:**

’سبب‘ مان مراد واسطو آهي ۽ اسباب جو مطلب الله تعاليٰ ۽ خلق جي وچ ۾ واسطا آهن.

احمد بن عطا ﷫ جو چوڻ آهي ته،” جنهن سبب ۾ مسبب جي صنعت جو مشاهدو ڪيو ، ڪيس ان مشاهدي جي مسبب تائين رسائي ڄجي قابل بڻائي ڇڏيو. جو ته جنهن سبب جو مشاهدو ڪري ورتو ان جو قلب اسباب جي زينت ۽ زيبائش سان آباد ٿي ويو، ۽ جنهن اطاعت کان غافل ڪندڙ اسباب کي ڄاڻي ورتو ته اهو انهن کان ڌار ٿي ويو ۽ صالح عملن طرف ويندڙ اسباب سان تعلق ڳنڍي ڇڏيو.“

ان حد ۾ ابو علي رود باري ﷫ جا هي شعر پڙهو:

من لم يكن بك فانيا عن جه،
وعن الهوىٰ وانس بالاحباب.
اوتيمته مبابته جمعت لهٗ،
ماكان مفتر قامن الاسباب.
فكانهٗ بين المراتب واقف،
لمنال حظ او لحسن مآب.

ترجمو: جيڪو توهان مان پنهنجي محبت ، خواهش ۽ دوستن جي الفت ترڪ ڪري فاني ٿي چڪو هجي.

يا ان کي محبت ذليل و خوار ڪري ، هن لاءِ اهي اسباب گڏ ڪري وڌا هجن جيڪي ڪانئس الڳ هئا.

ته ان جو مثال ان شخص جهڙو آهي، جيڪو مرتبن جي وچ ۾ ڪوئي حصو پاڻي ۽ ڪنهن بهتر جاءِ جي حاصلات لاءِ بيٺو هجي.

## نسبت:

هي اهڙي حال کي چوندا آهن جنهن سان ڪوئي شخص ان وقت واقف ٿيندو آهي، جڏهن هو پاڻ کي هن سان منسوب ڪري.

جعفر طيالسي ﷫ جو چوڻ آهي، ”نسبت ٻن قسمن جي آهي، هڪڙي نسبت حظوظ (لن لقن) آهي ۽ ٻي نسبت ، جڏهن بشري صفتون ختم ٿي وڃن ته حقيقت ظاهر ٿيندي آهي ۽ جڏهن بشري صفتون ظاهر هجن ته حقيقت غائب ٿي ويندي آهي.

قناد ﷫ کان پڇيو ويو ته،” مسافر ڪير آهي؟“ پاڻ وراڻيائين: ”جنهن جو دنيا ۾ ڪو به مائٽ نه هجي.“

ابوالحسن نوري ﷫ فرمايو: ”جو ڪجهه اکيون ڏسن ٿيون، اهو علم سان منسوب ٿيندو آهي، ۽ جو ڪجهه قلب تو ڄاڻي، ان جي نسبت يقين سان آهي. ان ڪري اسان چوندا آهيون ته نسبت جي معنيٰ اقرار ڪرڻ آهي.“



## صاحب قلب هجڻ:

قلب ۾ جيڪو علم گڏ ٿيل هوندو آهي، ان جو زبان سان بيان ۽ فصاحت سان اظهار ڪرڻ واري کي صاحبِ قلب چئبو آهي.

جنيد ﷫ فرمائيندو هو،” خراسان جا رهاڪو اصحاب قلب آهن.“

## رب حال:

’رب حالِ‘ جي هيءَ معنيءَ آهي ته فلاڻو شخص، محبت ، خوف،رجا ۽ شوق وغيره جهڙي احوالن سان وابسط آهي ۽ جڏهن انهن احوالن مان ڪوئي حال انهن تي غالب اچي وڃي ته اهڙي شخص کي ’رب حال‘ ( حال جي پرورش ڪندڙ ) چئبو آهي.

## صاحبِ مقام:

جيڪو شخص قاصدن ۽ طالبن جي معاملات مثالَ توبهه ، ورع، زهد ۽ صبر وغيره مان ڪنهن به مقام لاءِ ڄاڻڻ گهري ته ان کي صاحبِ مقام چئبو آهي

جنيد ﷫ جو چوڻ آهي: ”ٻانهون معرفت جي حقيقت ۽ توحيد تائين احوال ۽ مقامات کي ٽپي وڃڻ جي صورت ۾ رسائي حاصل ڪندو آهي.“ ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ ”مان ابوبڪر شبلي ﷫ وٽ ڪيترائي ڀيرا ويس ۽ هر ڀيري ڪيس مقامات ۽ احوال جي باري ۾ ڳالهائيندي ٻڌم.“

## بي نفس ٿيڻ:

’ بي نفس‘ اهو شخص هوندو آهي، جنهن تي نفس جون عادتون غالب نہ اچي سگهن. عادات نفس هي آهن: غصو ، تڪبر، طمع، حسد. جڏهن ٻانهو اهڙين آفتن کان محفوظ هجي، تہ چاٽي وڃو تہ اهو ’بي نفس‘ آهي. ابو سعيد خراز ﷫ جو فرمان آهي، ”جنهن ٻانهي الله تعاليٰ ڏانهن توجهہ ڪيو. ان جو الله تعاليٰ سان تعلق پيدا ٿي ويو، ۽ اهو قرب الله جي مقام تي پهتو تہ هن الله تعاليٰ کانسواءِ سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيو. جڏهن اوهان کانئس پڇندا تہ تون ڪير آهين؟ ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ تہ هن وٽ سواءِ الله تعاليٰ چوڻ جي ڪو بہ جواب نہ هوندو . ان جو سبب هن جي قلب ۾ خداوندي اهڙي تعظيم آهي، جيڪا هن حاصل ڪئي.“





## صاحبِ اشاره:

ان جو مفهوم هي ، تہ ٻانهي جي گفتگو باريڪ نڪتا، اشارا، ۽علم معارف تي ٻڌل هجي. بو علي رود باري ﷫ چيو:

فان تحقق صفو الوجد مشتملا،

على الاشارات لم يلوى على احدِ.

ترجمو: جيڪڏهن وجد جو خالص هجڻ اشارات تي ٻڌل هئڻ ثابت ٿي وڃي، تہ ان کي ڪنهن سان ڪا بہ طمع نہ رهندي.

## انا بلاانا ۽ نحن بلا نحن: ( مان بنا مان جي)

ٻانهي جي پنهن جي فعلن هوندي، فعلن کان ڏار ٿي وڃڻ لاءِ ”’انا بلاانا ۽ نحن بلا نحن‘ جواصطلاح استعمال ٿيندو آهي. ابو سعيد خراز ﷫ کان ڪنهن خداوندي ٻول بابت پڇيو:

وَ مَا بِكُمْ مِّنْ نِّعْمَةٍ فَمِنَ اللهِ ثُمَّ اِذَا مَسَّكُمُ الضُّرُّ فَاِلَيْهِ تَجْـَٔرُوْنَ ﴿٥٣﴾ (سورة النحل 53)

**ترجمو:** ۽ جيڪا نعمت اوهان تي ٿيل آهي سا الله جي پار ڪان آهي پوءِ جڏهن اوهان تي سختي پهچي ٿي تہ ڏانهس دانهون ڪندا آهيو.

پاڻ جواب ۾ فرمايائون، ”ان جو مطلب آهي تہ الله تعاليٰ ڪيس سندس فعلن هوندي فعلن ڪان جدا ڪري ڇڏيو آهي.“

## انا انت وانت انا: (مان تون آهيان ۽ تون مان آهين)

ان قول جي تشريح شبيلي رحمة الله عليه جي گفتگو مان ڇاٽو، جنهن ۾ هن چيو، ”اي ساٿيو! هو بني عامر جو مجنون هو جنهن ڪان ليلا جيٰ باري ۾ پڇيو ويو هو تہ چوندو هو مان ليليٰ آهيان.“

ان جو سبب هي هو تہ هو ليلا سان ليلا ڪان پاڻ گم ٿي ويندو هو، ۽ پاڻ فقط ليلا جو ئي نظارو رهجي ويندو هو، ۽ ان سان هن لاءِ سواءِ ليلا جي هر شيءِ بہ گم ٿي ويندي هئي ۽ هر شيءِ ڪي ليلا جي وسيلي ڏسندو هو.

ڪوئي شخص ڪهڙيءَ طرح ڪنهن سان محبت جي دعويٰ ڪرڻ جو حقدار ٿي سگهي ٿو، جڏهن اهو پنهنجي درست حالت ۾ پنهنجي عادتن ۽ عمل سان پوريءَ طرح لاڳاپيل هجي.

افسوس تہ ان شخص تي آهي، جنهن پنهنجي صفتن ۽ عادتن ڪي ترڪ نہ ڪيو هجي ۽ نہ ئي پاڻ ڪان ڪنهن ذري برابر ڏار ڪيو هجائين. اهڙيءَ حالت ۾ هو ڪيئن محبت جي دعويٰ ڪرڻ جي سزا وار ٿي سگهي ٿو. ان جي لاءِ هڪڙي هيءَ بہ ڳالهہ آهي تہ معبود عزوجل جي محبت ۾ وس آهر ڪوشش ڪرڻ ماڻهن جي سزا وار ٿي سگهي ٿو. ان جي لاءِ هڪڙي هي ءَ بہ ڳالهہ آهي تہ معبود عزوجل جي محبت ۾ وس آهر ڪوشش ڪرڻ ماڻهن جي لاءِ ڪو مٿاهون رتبو رکندڙ ڳالهہ ناهي.

## من تو شدم: ( مان تون ٿي ويس )

شبلي رحمة الله عليه هڪڙي موقعي تي فرمايو، ”بہ محبت ڪندڙ ٻيڙيءَ ۾، سمنڊ ۾ سفر ڪري رهيا هئا، انهن مان هڪڙو پاڻي ۾ ڪري ٻڏي ويو، اهو

ڏسي ٻئي ٻہ ’پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏنو. ٽوبڻ ٻنهي کي زنده سلامت ڪڍي ورتو، تہ انهن مان هڪڙي ٻئي کان پڇيو مان تہ پاڻيءَ ۾ ڪري پيو هوس پر تو پاڻ کي پاڻيءَ ۾ ڇو اڇلايو؟ ان تي هن وراڻيس تہ مان توسان گڏ پاڻ کان گم هوس، مون سمجهيو پئي تہ مان، تون هوس.“

ڪوئي ڇوڪرو شبلي ﷫ جي مجلس ۾ موجود هو، هن ڪانئس پڇيو: ”اي ابوبڪر! هن مون کي مون کان حاصل ڪري ورتو، مون کي مون کان گم ڪري ڇڏيائين ۽ مون کي ٿي مون ڏانهن واپس ڪري ڇڏيائين، ڇڻ تہ مان بنا پنهنجي ذات جي وجود جو آهيان.“

شبلي ﷫ هن کي وراڻيو، ”تو تي افسوس آهي ، تو اهڙي ڪيفيت ڪٿان حاصل ڪئي؟ خدا تعاليٰ تو کي انڌو ڪري.“ ڇوڪري جواب ڏنو تہ، ”مون لاءِ اهڙي ڳالھ ڪٿان آئي جو هاڻ ان ۾ انڌو ٿي پوان.“ اهو چئي ڇوڪرو پٺي ويو.

ڪنهن جو چوڻ آهي:

ذکرنا وماکنا نسینا فننکر،
ولکن نسیم القرب یبد و فیبهر.
فافنیٰ بی عنی وابقی به له،
اذالحق عنه مخبرو مصبر.

ترجمو: مون هن کي ياد رکيو ۽ وساريو ٿي ڪين، هن جو ذکر ڪندو ٿي رهان ها پر قرب جي هير گهلي پئي ۽ مون تي قبضو ڪري وئي.

پوءِ پاڻ سان ملي پاڻ کان فاني ٿي ويس ۽ هن لاءِ هن سان باقي رهيس،ان حد تائين جوحق پنهن جي ٿي خبر ڏيندڙ ۽ پنهنجي لئي ڳالھ ڪندڙ آهي.

ڪنهن جو چوڻ آهي:

انا من اهوی ومن اهوی انا،
فاذا البصرتنی ابصرتنا.
نحن روحان معا فی جسد،
الیس الله علینا البدنا.

ترجمو : مان ڪير آهيان ؟ محبوب! ۽ محبوب ڪير آهي؟ مان آهيان. تو جڏهن مون کي ڏٺو ته تو( دراصل) اسان ٻنهي کي ڏٺو.

اسان ٻه روح هڪ جسم ۾ آهيون، الله تعاليٰ اسان کي جسم جو لباس ڍڪايو آهي.

مان ۽ تون جي ان هيڪڙائي جي باري ۾ ٻه شعر ٻيا به پڙهو.

| | | |
|---|---|---|
| يا | منيته | المتمنىٰ، |
| افتنى | بك | عنى. |
| ادنيتنى | منك | حتى، |
| ظننت | انك | انى. |

ترجمو: اي تمنائيءَ جي تمنا! تو مون کي پاڻ سان گڏ فنا ڪري ڇڏيو. تو مون کي پنهنجي ايترو ويجهو ڪري ڇڏيو جو مون سمجهيو ته مان تون آهين.

اها وارتا ته هئي مخلوق جي مخلوق لاءِ محبت جي، ته هن جي محبت جي ڪهڙي ڳالهه هوندي ، جيڪو شهه رڳ کان به ويجهي محبت جو دعويدار هجي.



## هُوَ بلا هُوَ:

’هو بنا هو‘ در اصل اشارو آهي، الله تعاليٰ جي هيڪڙائي ۽ هيڪلائي جي طرف. مطلب هي ٿيو ته اهو ئي ڳالهائيندڙ آهي ۽ اهو ئي خاموش، اهو ئي بنا ڪاتب جي لفظ لکندڙ ۽ هوئي موجود آهي، بنا انهن ٻن اکرن ’ھ ۽ واؤ‘ جي جوڙ کان سواءِ به اهوئي آهي.

جنيد ﷫ توحيد جي باري ۾ فرمايو ته،”توحيد جي تعريف هيءَ آهي، ته هن جو حڪم جاري ۽ ساري آهي. هر حقيقت تي هن جو غلبو آهي. توحيد ظاهر ٿي ته ڇائنجي وئي، پوشيده ٿي ته حجاب (ڍڪ) ۾ هلي وئي. حملي ڪندڙ ٻئي ته ڪيري وڌائين، هو، هوُ آهي پر هوُ لفظ چوڻ کان سواءِ اها اظهار ٿيندي آهي ته هن آڏو هر ظاهر ٿيندڙ شيءَ کي ميساري ڇڏيندي آهي، ۽ هن طرف اشارو ڪندڙ هر شيءَ کي فنا ڪري ڇڏيندي آهي. هن جي ويجهو پوندڙ ڪائنس پري آهي ۽ هن کان پري وارو سندس ويجهو آهي ۽ هن جي ويجهو رهندڙ شڪ ۾ مبتلا هوندو آهي.“

## قطع علائق:

’علائق‘ جو اهو مطلب اهي سبب آهن، جيڪي پانهي سان جڙي، ڪيس رنپائي رکندا آهن، ان حد تائين جو هن کي الله تعاليٰ کان پري وٺي ويندا آهن.

ابو سعيد فراز ﷺ جو فرمان آهي ته،” اهل توحيد وارن مشغول رکندڙ سببن کي ڇڏي ڏنو، حقيقي محبوب جي ذڪر ۾ مشغول ٿي علائق کان الڳ ٿي ويا. آرام ۽ آسائش کي ترڪ ڪري ڇڏيائون ، هر مانوس شيءِ کان نفرت ڪرڻ لڳا، ۽ وڻندڙ شيءِ سان ناگواريءَ جو اظهار ڪيائون.“

## بادي بلا بادي: ( ظهور بنا ظهور جي)

’ باديءَ‘ جو مطلب، معرفت وارن جي دلين تي احوال، انوار ۽ خالص ذڪرن جو ظهور ٿيڻ آهي. جڏهن بلابادي ( ظاهر ٿيندڙ ) جو مطلب ٿي ظاهر ڪرڻ وارو آهي. جيڪو قلبن تي احوال ۽ انوار ظاهر ڪندڙ آهي، ارشاد خداوندي آهي.





اِنَّهٗ هُوَ يُبۡدِئُ وَ يُعِيۡدُ ﴿۱۳﴾ (سورة البُروج 13)

ترجمو: بيشڪ اُهو پهريون دفعو بڻائي ٿو ۽ وري ٻيهر موٽائيندو.

خواص ﷺ پنهنجي ڪتاب ’معرفت المعرفت‘ ۾ لکي ٿو ته،”جڏهن حق ظاهر ٿيندو آهي، ته هو اڻ ظاهر ٿيندڙ جي ذريعي ظاهر ٿيندو آهي ۽ سندس هوندي ڪو به ٻيو ظاهر ٿيندڙ حال يا ڪيفيت ٽي ويندو آهي ۽ اهڙو مشاهدو سندس حق جي ويجهو هجڻ جي ڪري ٿيندو آهي.“

## التحلّي:

’التحلّيءَ‘ مان مراد سچارن سان قؤل ۽ اظهار اعمال جي لحاظ سان مشابهت پيدا ڪرڻ آهي.

رسول ﷺ جن جو فرمان آهي ته،”ايمان تجلي يعني ظاهري جڙاءُ ۽ ارادي ۽ خواهش ظاهر ڪرڻ سان حاصل نه ٿيندو آهي، پر ايمان اهو آهي جيڪو دل ۾ موجود ۽ جاءِ گير هجي ۽ اعمال ان جي تصديق ڪن.“

ڪنهن جو شعر چيو آهي:

من تحلیٰ بغیر ماهو فیه،
فضحته سواهد الامتحان.

ترجمو: جنهن پاڻ کي ان شيءَ سان سجايو، جيڪا هن ۾ موجود ناهي، تہ امتحاني شاهدن ڪيس ناپاس (خوار) ڪيو.

## تجلي:

سالڪن جي دلين تي حق تعالىٰ پاران ظاهر ٿيندڙ انوار جي چمڪ کي 'تجلي' چئبو آهي. ابوالحسن نوري ﷫ فرمايو آهي: ”الله تعالىٰ پنهنجي مخلوق سان ظاهر ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح ڪائنئس لڪي ويو.“

واسطي ﷫، ارشاد باري تعالىٰ ٻڌايو:

يَوْمَ يَجْمَعُكُمْ لِيَوْمِ الْجَمْعِ ذٰلِكَ يَوْمُ التَّغَابُنِ ۗ وَمَنْ يُّؤْمِنْ بِاللّٰهِ وَيَعْمَلْ صَالِحًا يُّكَفِّرْ عَنْهُ سَيِّاٰتِهٖ وَيُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ۗ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿٩﴾ (سورة التغابن 9)

ترجمو: جنهن مهل اوهان کي قيامت جي ڏينهن ۾ گڏ ڪندو اُهو ڏينهن هارجڻ ۽ کٽجڻ جو آهي، ۽ جيڪو الله تي ايمان آڻيندو ۽ چڱا ڪم ڪندو تنهن کان سندس مدايون الله ميٽيندو ۽ اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان واهيون وهنديون آهن اُتي سدائين رهندا، اُها وڏي مراد ماڻڻ آهي.

ان جي تشريح ڪندي چيائين: ”اهلِ حق جو خسارو يا هار آهي، انهنجي ڪيفيت ۽ فناءِ روئيت ۽ تجليءَ جي مطابق هوندي آهي.“

ابو الحسن نوري ﷫ جو چوڻ آهي: ”انوار ۽ احوال جي تجلين سان خوبين کي حسن ملندو آهي ۽ انهن جي پوشيده رهڻ سان خوبيون قبيح ٿي وينديون آهن.“

ڪنهن جو شعر آهي:.

قد تجلی تلقلبه منه نور،
فاستصائت به من الظلمات.

ترجمو: هن جي قلب تي جڏهن حق تعاليٰ ظهرو ڪيو، ته تاريڪ دل روشن ٿي وئي.

## تخلّي:

ظاهر ۽ باطن ۾ موجود حق تعاليٰ کان پئي طرف متوجهه ڪندڙ ڳالهين کان علحدگي اختيار ڪرڻ کي 'تخلي' چئبو آهي. جڻ ته 'تخليءَ' ۾ خلوت، عزلت ، وحدت ۽ (هيڪڙائي ۽ هيڪلائي ) ضرور اختيار ڪرڻي پوندي آهي.

جنيد ﷫ جو قوٌل آهي: ”محفوظ قلبن جو هي حال هوندو آهي ته انهن جي حفاظت ڪندڙ رب تعاليٰ ڪين غير سان ڳالهائڻ کان منع نه ڪندو آهي، چو ته هو ان جي باري ۾ بخل کان ڪم وٺندو آهي ۽ ان لاءِ ته هو انهن قلبن تي رحم ڪندي، انهن کي صاف ۽ پين صفتن سان نوازي سگهي. اهي ان شخص جون صفتون هيون، جيڪي ٻانهي کي الله تعاليٰ پين مڙني شين، جيڪي سندس ۽ ٻانهي جي وچ ۾ ايندڙيون آهن، انهن کان ڏار ٿيڻ ٿي عطا ڪندو آهي.“




يوسف بن الحسين ﷫ جو چوڻ آهي ته، ” تخليءَ جي مراد عزلت(جدا ٿي وڃڻ ) آهي، چو ته ٻانهون پنهنجي نفس تي حاوي نه آهي ۽ ڪمزور ٿي ويندو آهي ته هو پنهنجي نفس کان ڏا ِ تي ويندو آهي ۽ پنهنجي رب ڪريم ڏانهن ڏيان ڏيندو آهي.“

ڪنهن جو چوڻ آهي:.

ان قلب الفتی ولو عاش دهوا،
فی الهوی لا یکاد ان یتخلی.

ترجمو: بيشڪ نوجوان جي دل، هڪ عرصو محبت ۾ گذاري ڇڏيو، پوءِ به هو ان تان هٿ ڪڻڻ لاءِ تيار نه ٿيندو.

## العلته :

'علت' ان شيءَ جو ڪفايو آهي، جيڪا شيءَ نه هئي ۽ ٿي وئي.

ابوبڪر شبلي ﷫ جو چوڻ آهي تہ، ”خلق جي تعريف هيئن آهي تہ تعبيداري هن جي وجود جو سبب آهي ۽ سندس موجود هجڻ ان جي علت آهي.“

ذوالنون مصري ﷫ جو فرمان آهي: ”هر شيءِ جي علتؐ ان جي صنعت (پيشو) آهي، پر ان جي صنعت جي ڪا بہ علت ناهي.“

مون (ليکڪ) مطابق ذوالنون مصري ﷫ جي قوٗل جو هي مطلب آهي تہ هر پيدا ڪيل شيءِ ۾ نقصان جو هجڻ موجود آهي. چو تہ هو نہ هو ۽ ٿي ويو پر صانع: صنعت ۾ مصنوعات جي لاءِ ڪا بہ علت ناهي، ڪنهن جو چوڻ آهي: .

يا شفائي من السقام وا ن ڪنت علتي.

ترجمو: اي بيماريءَ کان مون لاءِ شفا! جيتوڻيڪ تون ئي منهنجي بيماري آهين.

## ازل:



ان جي معنيٰ اها ئي آهي جيڪا قديم جي آهي، چو تہ قديم کي ’ازل‘ سان پيئيو ويو آهي، جڏهن تہ باري تعاليٰ (پيدا ڪندڙ) کي ان سان نہ پيئيو ويندو، چيو ويندو آهي تہ فلاڻي شيءِ فلاڻي شيءِ کان گهڻو اڳ ۾ آهي.

’ازل‘ ۽ ’ازليت‘ فقط الله تعاليٰ جي لاءِ آهي،سواءِ ان جي تہ صفتن کي ڪنهن ٻئي جي صفتن سان نہ پيئو ويندو آهي. ’ازل‘ الله تعاليٰ ئي آهي، جيڪو سڀ کان پهرين ۽ لم يزل ولا يزال آهي ۽ ازليت هن جي صفتن مان هڪڙي صفت آهي.

متقدمين مان ڪنهن چيو آهي تہ” حق تعاليٰ جن شين ۾ زوال پذير نہ هو، اهو تہ بنهہ ان طرح جيئن تہ هو جن شين ۾ نہ زوال پذير آهي نہ زوال پذير ٿيندو . ڪجهہ صوفين تہ ان قوٗل جي تعريف ڪئي، چو تہ ان مان الله تعاليٰ جي حالت تبديل ڪرڻ جي صفت جي نفي آهي. ان ڪري تہ هو پنهنجي مڙني فعلن ۽ نالن ۾ لازوال آهي، پر ڪجهہ صوفين اختلاف ڪيو آهي . هنن جو چوڻ آهي تہ، ان قوٗل سان چوڻ واري مشين کي قديم ڄاتو آهي ۽ اهي چون ٿا، اسماءِ فعل ۽ اسماءِ ذات ۾ فرق آهي ۽ ان طرح صفات فعل ۽ صفات ذات ۾ بہ فرق آهي.“

## ابد ۽ ابديت:

الله تعاليٰ جي نعتن مان هڪڙي نعت آهي. 'ازليت' ۽ 'ابديت' ۾ ايترو فرق آهي تہ 'ازليت' جو آغاز نہ ٿيندو آهي. جڏهن تہ 'ابديت' جو ڪو بہ انجام نہ ٿيندو آهي. واسطي رحمة الله عليه ابديت جي تعريف ڪندي چو ٿو: "ابد، عدد ۾ ڪثيل هجڻ کي ترڪ ڪري چڏڻ طرف اشارو آهي ۽ ان طرح وقتن کي دوام ۾ ميساري ڇڏڻ طرف اشارو آهي . وڏيڪ چيائين تہ وسم ۽ رسم ٻئي صفتون آهن، جيڪي سدائين جي لاءِ ازل کان جاري رهنديون آهن." ڪنهن ٻئي جو چوڻ آهي تہ "ازل، قدم ۽ ابد، حقيقت احديت کان پري نٿا ڪري سگهجن، ڇو تہ اهي اهڙا اشاره آهن، جن جي وسيلي هو خلق کي پاڻ آگاهہ ڪندو آهي."

ابوبڪر شبلي رحمة الله عليه جي باري ۾ چوندا آهن تہ" هن چيو هو تہ پاڪ آهي اها ذات ، جيڪا ان وقت بہ موجود هئي. جڏهن زمان ۽ مڪان، وقت ، ڏر، ابد، ازل ، اول ۽ آخر موجود نہ هئا ۽ هن شين کي ان طرح پيدا ڪيو تہ هو انهن کان غافل ناهي. ان کان ڪيس ڪا بہ مدد ناهي ملندي، ۽ ان لاءِ هن جو ڪجهہ لاڳو ڪيو آهي، اهو هن جو عدل آهي."

عمرو بن عثمان مڪيءَ جو فرمان آهي: "هو بينياز پاڪ آهي، جيڪو قديم آهي ۽ ازل کان ابد تائين هميشہ رهڻ وارو آهي."



## وقتي مُسرمد:

'وقتي مُسرمد' جو مطلب اهڙو حال آهي، جيڪو الله تعاليٰ ۽ ٻانهي جي وچ ۾ قائم هوندو آهي، ۽ ڪڏهن بہ تبديل نہ ٿيندو آهي. هي ان واحد جو ڪلام آهي، جيڪو ان جي وسيلي سندس سر جي خبر ڏيندو آهي، صفات جي نہ. ڇو تہ سندس صفتون، تغير (حالت بدلائڻ)جي وجود جي ڪري آهن. جيڪڏهن اهي حالتون تبديل ( متغير) لائق نہ هجن تہ بہ تبديل ٿي وينديون آهن، ڇو جو انهن جي عدم تغير ( تبديل نہ ٿيڻ) جي صورت ۾ ان کي ان مان بدلائي، جيڪو هن جي جبلت ۾ موجود هوندو آهي.

ابوبڪر شبليءَ رحمة الله عليه جو شعر ڏسو:

مُسرمد وقتی فيك وهو مُسرمد،

وافنيتنی عنی فصرت مجردا.

ترجمو: منهن جو وقت توسان گڏجي دائمي ٿي ويو. ۽ تو مون کي منهنجي

ذات مان ائين فنا ڪري ڇڏيو جو مان مجرد ( مادي کان پاڪ ) ٿي ويس.

## بحري بلاشاطئي :

’بحري بلاشاطئي‘ معنيٰ منهن جي درياءُ جو ڪنارو نہ آهي. جو مقصد بہ ’مُسرمد‘ جهڙو آهي، اهي لفظ ابوبڪر شبلي ﷫ ان وقت چيا هئا. جڏهن هڪ ڏهاڙي خطاب جي وچ ۾ هئا تہ، ” توهان لاءِ وقت محدود آهي، جڏهن تہ مون لاءِ وقت جون بہ ڪنڌيون ناهن ۽ منهن جو درياءُ بي ڪنار ( بحرِ بلاشاطئي ) آهي.“

ابوبڪر شبليءَ ﷫ جي قوّل جي تشريح هيءَ ٿيندي تہ، ” الله تعاليٰءَ ڪيس جنهن حال ۾ پهچائي ڇڏيو هو، ان جي ڪيفيت اهڙي هئي جيڪا پنهن جي وسعت جي ڪري اڻ ڪٽ هئي ۽ اهڙي وسعت ۽ لا محدوديت ڪي اهڙي جملي سان ئي واضح ڪري ٿي سگهيو.“

هن چيو هو ، مطلب بحري بلاشاطئي ، جي لاءِ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

قُلْ لَّوْ كَانَ الْبَحْرُ مِدَادًا لِّكَلِمٰتِ رَبِّيْ لَنَفِدَ الْبَحْرُ قَبْلَ اَنْ تَنْفَدَ كَلِمٰتُ رَبِّيْ وَلَوْ جِئْنَا بِمِثْلِهٖ مَدَدًا ﴿١٠٩﴾. (سورة الكهف 109)



ترجمو: چؤ تہ جيڪڏهن منهنجي پالڻهار جي سُخنن (لکڻ) لاءِ درياء مسُ ٿئي تہ منهنجي پالڻهار جي سُخنن پوري ٿيڻ کان اڳ درياء کپي ويندو توڙيڪ جهڙس (ٻيا) مدد لاءِ آڻيون.

ذڪر ڪيل آيت ۾ رب تعاليٰ جي ڪلام جي اڻ ڪٽ هجڻ جو سبب هي آهي تہ، اها ذات جيڪا هن جي صفت آهي اها خود اڻ ڪٽ آهي.

ڪنهن جو چوڻ آهي تہ، ” جنهن الله پاڪ کي سڃاتو ، اهو هن سان محبت ڪري وٺو ۽ جيڪو ڪيس محبت ڪري وٺو اهو غم جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويو.“ ڪنهن جو شعر آهي.

لو ان دونك بحر الصين معترضا،

لخلت ذاك سرابا ذاهب الاثر.

ترجمو: جيڪڏهن تنهنجي وصل جي وچ ۾ چيني سمنڊ بہ اچي وڃي تہ مان ان کي سراب فاني( فاني خواب ) تصور ڪريان ها.

## نحن مُسّيرون:

'نحن مُسِيرُون' چوڻ سان صوفين جو مطلب قلبن جو هڪڙي حال مان نڪري ٻئي حال ۾ هڪڙي مقام کان ٻئي مقام ڏانهن منتقل ٿيڻ لاءِ هلڻ آهي.

يحيٰ بن معاذ ﷫ جو چوڻ آهي: "زاهد پنڌ هلندو آهي ۽ عارف هوا ۾ اڏامندو آهي، يعني هو احوال ۽ مقامات ۾ سفر ڪرڻ ۾ تيز تر هوندو آهي."
ابوبڪر شبليءَ ﷫ جو شعر آهي:

لست من جملته المحبين ان الم،
اجمل القلب بيته والمقاما.
وطوافي اخاله السير منه،
وهو رکني اذا اردت استلاما.

ترجمو: مان عاشقن جي قطار ۾ شامل ناهيان، جيستوڻيڪ مون پنهنجي دل کي هن جو گهر ۽ سندس مقام بنايو ناهي.
مان ڪعبي کي طواف، هن جي طرف هلڻ کي قائم مقام سمجهندو آهيان ۽ جڏهن مان رڪن ( حجر اسود ) کي چمندو آهيان ته هن جي ذات تي مون لاءِ رڪن هوندو آهي.




## تلوين:

'تلوين' جو مفهوم ٻانهي جي احوال کان مختلف هوندو آهي. صوفين جو چوڻ آهي ته، " حقيقت جي علامت تلوين آهي، ڇو جو تلوين قادر جي قدرت جو ظهور آهي ۽ ان سان غيرت حاصل ٿيندي آهي."
'تلوين' معنيٰ تغير آهي، ان ڪري جنهن تلوين صفات ۽ تغيرِاحوال ڏانهن اشارو ڪيو، ان اهو چيو ته حقيقت جي علامت تلوين جو ختم ٿيڻ آهي. جنهن تلوينِ قلب ، اسرار پاڪ ۽ تلوين جي نتيجي ۾ قلبن تي هيبت طاري ٿيڻ کان پوءِ ۽ ارادت جي تلوين پاران اشارو ڪيو ته انهيءَ هئين چيو ته، علامت حقيقت تلوين آهي، ڇو ته الله تعاليٰ پاران، هر سير ڪرڻ ۾ پنهنجي قلبن ۾ تلوين واردات جي ڪثرت ڏسندا آهن. جيسن تلوين صفات جو تعلق آهي ته ان جي وضاحت هن شعر ۾ مووجود آهي.

كل يوم تتلون،
غير هذابك اجمل.

ترجمو: تون هر رنگ بد لائيندو آهين. اهو تو کي زيب نہ ٿو ڏئي.
واسطي ﷬ چيو: ”جنهن سندس اخلاق کي پنهنجو ڪري ڇڏيو، ان جي طبيعت ۾ تلوين جا آثار ظاهر ٿي نہ ٿيندا.“
ڪنهن مُسيرين جي باري ۾ هي بہ شعر چيا آهن.

زجوت فوأدی فلم ينزجر،
ويطلب شيئا ومته يفر.
يسيرا لی الحق مستظهرا،
وانی عيله شفيق حذر.

ترجمو: مون پنهنجي دل کي جهيلو پر اها نہ مڙي ۽ هوءَ ڪا شيءَ گهرندي بہ آهي، ۽ ان کان پري بہ ڀڄندي آهي، هوءَ حق جي طرف بي تابيءَ سان ويندو آهي، پر مون کي ان خاطر ڊپ بہ ٿيندو آهي ۽ ان تي ترس بہ ايندو آٿم.



## بذل المهج:

ان ترڪيب جي معنيٰ تہ ڀانهي کي پنهنجون محبوب ترين شيون قربان ڪري، صرف الله تعاليٰ ڏانهن متوجهہ ٿيٺو آهي.
خواص ﷬ جو چوڻ آهي:”الله تعاليٰ ڏانهن متوجهہ ٿيندڙ هر ٻانهو جڏهن الله تعاليٰ جي طرف متوجهہ ٿيندو آهي ۽ سندس توجهہ ۾ مقامات استراحت (راحت وارا مقام) ايندا رهندا آهن تہ هن جو توجهہ ختم نہ ٿيندو آهي.
ڪنهن جو چوڻ آهي.

يا مليح الدل والفنج،
لك سلطان علی المهج.

ترجمو: اي سهڻل ! نازِ و انداز وارا ، تو کي روحن تي غلبو حاصل آهي.
مون لاءِ مهج ( واحد مهجت معنيٰ روح، زندگي ) کان جان ۽ مال ۽ اولاد جهڙيون سڀ شيون مراد وٺڻ گهرجن.

## تلف:

'تلف' معنىٰ طبعي موت آهي.

ابو حمزه ﷺ چئي ٿو تہ: "مان هڪ کوهہ ۾ ڪري پيو هوس، ۽ ماڻهن مٿان ان کي بند ڪري ڇڏيو. مون کي پڪ ٿي وئي تہ زنده بچڻ مشڪل آهي، ۽ مايوس ٿي مٿو ٽيڪي ڇڏيم. ايتري ۾ ڇا ٿو ڏسان هڪ وحشي کوهہ ۾ ڪاهي آيو، مان هن جي ٽنگ کي چنبڙي پيس، هن مون کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. ان ڪانپوءِ هڪ غيباڻو آواز ٻڌم تہ اي ابو حمزه ! اسان تو کي ڪهڙي احسن طريقي سان موت مان موت ذريعي بچائي ورتو." ابو حمزه ﷺ ان موقعي تي ڪجھ شعر چيا هئا. جن مان هي بہ پڙهندڙن لاءِ لکجن ٿا.

اراك وبى هيبتى لك وحشه،

فتؤ نسنى باللطف منك وبا لعطف.

وتعيى محبا انت فى الحب حتفه،

وذى عجب كون الحيات مع الحق.

ترجمو : مان تو کي ڏسان ٿو ۽ تنهنجي هيبت جي ذريعي خوف ۾ ورتل رهان ٿو ، تون مون کي لطف ۽ مهربانيءَ سان نوازين ٿو.

جيڪو محبت ۾ مري ويندو آهي، تون ان کي جياريندو آهين ۽ زندگيءَ جي موت سان لاڳو هئڻ ڪيتري قدر تعجب ۾ وجهندڙ آهي.

جريري ﷺ جو قؤل آهي، "جنهن شخص کي علم توحيد جي شاهدن جي ڄاڻ نہ هجي، تہ ان کي موت جي واديءَ ۾ ڌوڪو ۽ فريب ڏنو ويندو آهي."

## اللجاءِ:

'اللجاءِ' (پناهہ وٺڻ) مان مراد آهي تہ صدقِ فقر ۽ اميد سان قلبن جو الله تعالىٰ ڏانهن ڏيان ڏرڻ.

واسطي ﷺ جو قول آهي: "جيڪو ٻانهو فقط موت ويل صدقِ فقر ۽ الله تعالىٰ ڏانهن ڏيان ڪندڙ هجي ان تي دائمي شر مندگي رهندي آهي."

ارشاد باري تعالىٰ آهي:

وَقُلْ رَّبِّ اَدْخِلْنِیْ مُدْخَلَ صِدْقٍ وَّ اَخْرِجْنِیْ مُخْرَجَ صِدْقٍ وَّ اجْعَلْ لِّیْ مِنْ لَّدُنْكَ سُلْطٰنًا نَّصِیْرًا ﴿۸۰﴾. (سورة بني اسرائيل 80)

**ترجمو:** ۽ (اي پيغمبر) چئو تہ اي منهنجا پالڻھار مون کي (مديني ۾) سچائيءَ سان داخل ڪر ۽ (مڪي مان) مون کي سچائيءَ سان ٻاهر ڪڍ ۽ پاڻ وٽان مون لاءِ ڏاڍي سگھہ مدد ڏيندڙ ڪر.

قرآن ڪريم جي مٿين ڪلمات جي ڪنهن اهل علم هيءَ تشريح ڪئي آهي، رسول الله ﷺ الله تعاليٰ جي حضور ۾ فقر سان گڏ صدقِ لجاءِ جو اظهار ڪيو هو، جو تہ صدقِ لجاءِ سان ئي اسرار پيدا ٿيندا آهن.

## اِنزعاجُ :

ڪنهن مقصد جي حضور لاءِ خواب غفلت مان دل جي سجاڳ ٿي ڏڙڪڻ کي 'انزعاج' چئبو آهي.

جنيد رحمة الله عليه جو چوڻ آهي، " توهان اهڙي ڳالھ ٻہ هن جي سامهون چو نہ ٿا سليو، جنهن سان دليون بيقرار ٿي پونديون آهن. توهان اهڙي ڪوشش ڪري هن جي آزمائش سان مانوس ٿي، سندس بخشش کان خوش ٿي چو نہ ٿا اڳتي وڌو؟" گهڻو ڪري ابراهيم الخواص رحمة الله عليه کي چيو ويو تہ، " توهان جا معتقد چون ٿا تہ اسان جڏهن ڪجھ گهرڻ چاهيندا آهيون، تہ پنهنجي رب پاڪ کان گهرندا آهيون، پر اسان سدائين ڪين ماڻهن کان شيون وٺندي ڏٺو آهي." هن وراڻيو تہ،"اهو ڪير آهي؟ جيڪو ماڻهن جي دلين کي بي چين ڪندو آهي؟ ۽ هو ڪين بنا گهرڻ جي ڏئي ڇڏيندا آهن."

## جذب الا رواح:

'جذب الارواح'، قلبن جي بلنديءَ، اسرارن جو مشاهدو، مخاطبت ۽ ان طرح جا ٻيا اصطلاحات، انهن مان مراد ٻانهي تي توفيق جي عنايت ۽ قلبن تي انوارِ هدايت جو قرب ۽ بعد ( دوري) ۽ صدق و صفا جي مقدار مطابق نازل ٿيندو آهي.

ابو سعيدخراز رحمة الله عليه جو چوڻ آهي: "الله تعاليٰ پنهنجي دوستن جي ارواحن کي پاڻ وٽ گهرائي وٺندو آهي ۽ پوءِ ڪين پنهنجي ذڪر ۽ قرب مان بحرا عطا ڪندو آهي، جڻ سندن جسمن جي زندگي، جانبدارن جي زندگيءَ

جيان هوندي آهي ۽ انهن جي روحن جي زندگي ، الله وارن جي زندگي هوندي آهي.“

واسطي ﷬ جو چوڻ آهي: ”بيشڪ الله تعاليٰ پنهن جي صوفياءِ ڪرام کي اهڙي طرح نوازيو آهي، جو انهن جي قلبن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺندو آهي.“ پاڻ وڌيڪ چيائون ته، ”جڏهن الله تعاليٰ روحن کي جسمن مان ڇڪي وٺندو آهي ته جسمن ۾ عقل ۽ صفتون جيئن جو تيئن رهجي وينديون آهن، ڇاڪاڻ جو الله تعاليٰ انهن کي، عقلن جي شرط سان ڍڪي رکيو آهي ۽ ٻانهن کي ان کان مايوس ڪري ڇڏيو اٿائين، جيئن انهن کي سندس اسرارن کان سواءِ ڪا به حاصلات نه ٿئي.“

ارشاد باري تعاليٰ آهي.

قُلْ بِفَضْلِ اللّٰهِ وَبِرَحْمَتِهٖ فَبِذٰلِكَ فَلْيَفْرَحُوْا ؕ هُوَ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ ﴿۵۸﴾ (يونس58)

**ترجمو:** چؤ ته الله جي فضل سان ۽ سندس ٻاجھ سان (نازل ٿيو آهي) پوءِ اُن سان خوش ٿيڻ گهرجين، جو گڏ ڪندا آهن تنهن کان اُهو ڀلو آهي.

## 84 الوطر:

’وطر‘ مان مراد اهڙي خواهش، پسنديده ۽ بهتر نعفو بخش شيءَ جو حاصل ٿيڻ آهي، جيڪا بشري ۽ نفساني صفتن کان پالهي هجي. چيو ويندو آهي ته فلاڻو پنهنجي وطن ۾ قراري آهي ۽ پنهنجي وطر ۾ مٿاهون آهي. ڪنهن جو قول آهي.

تردت يا ليلى ولم اقض اوطارى،
ومازلت محزونا امن الى دارى.

ترجمو: اي ليلا! مان روانو ٿي ويس پر مون پنهنجون خواهشون پوريون نه ڪيون ۽ مان برابر پنهنجي گهر ۾ ڏکويل رهندو آهيان.

ذوالنون مصري ﷬ جو چوڻ آهي.

اموت وماتت اليك صبا بتى،
ولا قفيت عن ورد حبكا وطارى.
مناى المنى كل المنى انت لى منىً،
وانت الغنا كل الغنا عند اقتارى.

ترجمو: مان مري ويندس ۽ منهنجي محبت بہ تو لاءِ مري ويندي، ۽ مون تنهنجي دروازي تان پنهنجون خواهشون پوريون نہ ڪيون آهن.

منهنجي مڙني خواهشن جو مسڪن فقط هڪڙو تون ئي آهين، جيڪا منهن جي خواهش آهي، ۽ تون ئي منهنجي اميري ۽ دولت آهين، جڏهن مان تنگدست ٿيندو آهيان.

ڪنهن دانشور کان پڇيو ويو تہ، ”توهان جي نظر ۾ ڪهڙي جاءِ سڀ کان بهتر رهڻ لائق آهي؟“ هن وراڻيو، ”ڪنهن جي لاءِ بہ سڀ کان بهتر رهڻ لائق اها جاءِ آهي، جتي هو جيڪا بہ خواهش ڪري تہ پوري ٿي وڃيس.“

## الوطن:

صوفين وٽ ’وطن‘مان مراد اها آهي، جتي پانهي، جو حال ختم ٿئي، ۽ ڪيس آرام ميسر ٿي وڃي. هيئن بہ چيو ويندو آهي تہ، ”فلاڻي، فلاڻي حال ۽ مقام تي قرار حاصل ڪيو.“ جنيد عيلہ رحمت جو چوڻ آهي تہ،”الله تعاليٰ جا اهڙا پانها بہ هوندا آهن، جيڪي وطنن ۾ پهچڻ کان پوءِ بہ سواريءَ خاطر بخشيل جانورن تي سوار ٿي ، هن طرف تيزي سان وڃندا آهن.“



ابوالحسن نوري ﷺ جا بہ شعر آهن.

اما ترى هيمنى،
سادنى عن وطنى.
أذا تغيبت مبدا،
وان بدا غيبنى.

ترجمو: ڇا تو اهو نہ ڏٺو تہ هن مون کي فريفتہ ڪري مون کي منهن جي وطن مان لوڏي ڇڏيو، جڏهن مان گم ٿي ٿو وڃان تہ هو ظاهر ٿو ٿئي ۽ جيڪڏهن هو ظاهر ٿو ٿئي تہ مون کي غائب ڪري ٿو ڇڏي.

ابوسليمان دراني ﷺ جو چوڻ آهي تہ ”ايمان يقين کان افضل آهي، ڇاڪاڻ تہ ايمان وطانت سان لاڳو آهي ۽ جڏهن تہ يقين خطرن سان.“ جهڙيءَ طرح ابوسليمان پنهنجي يقين جو مشاهدو ڪيو هو، اهڙيءَ طرح هن ان بابت ٻڌايو، ائين ڇئي هن جڻ تہ يقين کان اڻ ڄاڻائي جو اظهار ڪيو، ڇو تہ يقين ، قلب ۾ معرفت جو قرار حاصل ٿيڻ سان پيدا ٿيندو آهي، ۽ ان جي مطابق ماڻهو يقين جي مختلف درجن تي پهتل هوندا آهن.

## الشرود:

’منازلاتِ حقيقت‘ ۽ ’حقوق‘ سان لازم رهڻ،صفتن کان ڏار ٿيڻ کي ’شرود‘ چوندا آهن.

ابن العربي ﷺ جو قؤل آهي: ”جا اوهان نہ ڏٺو تہ ’مشردين‘ هر واديءَ ۾ بنا ڪنهن مقصد جي ڦرندا رهندا آهن ۽ هر چمڪندڙ شيءَ جي پويان لڳي پوندا آهن.“

واسطي ﷺ جو چوڻ آهي: ”الله تعاليٰ ٻانهي کي تربيت احوال عطا ڪئي ۽ ڪيس احوال ۾مشاهدي سان نوازيائين تنهن ڪري ان تي واجب آهي،تہ هو زندگيءَ ۾ ’صدقِ فقر‘ ۽ ’صدقِ لجاءِ‘ اختيار ڪري، جيئن هن تي ’شرود‘ حملو نہ ڪري سگهي، ڪٿي ايئن نہ ٿي پوي تہ هو ’شرود‘ جون ذلتون ڪنيو وتي ۽ ماڻهن کان مدد گهرندو وتي، جيڪڏهن ڪيس پنهنجي احوال ۾ ’صدقِ وجد‘ جي ڪيفيت حاصل هجي تہ ڪو بہ سبب ناهي تہ هو ’شروڊ‘ کان محفوظ نہ رهي.“

## قصود:



’قصود‘، قصد جو جمع آهي. يعني سچو ارادو، سچيون نيتون جيڪي الله تعاليٰ ڏانهن متوجه هجن.

احمد بن عطا ﷺ جي باري ۾ چيو ويندو آهي تہ، ان چيو تہ،” جنهن حق کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو ارادو ڪيو، اهو حق تعاليٰ جي نظرن ۾ انتهائي حد درجي تائين ڪري پيو.“

واسطي ﷺ جو چوڻ آهي، ”مختلف ارادن وارا خيال ذهن ۾ آڻڻ، معبود جو انڪار آهي.جيڪو مقصود کي آڏو رکندو ’هجي، اهو ارادن ڏي ڪٿي ڏسندو آهي.“

واسطي ﷺ جي قؤل جي وضاحت هئين آهي، تہ جيڪو ٻانهو پنهنجي مقصود کي پنهنجي نظر ۾ رکيو اچي، ان کي ارادن جو احساس ئي نہ ٿيندو.

## اصطناع:

’اصطناع‘صوفين لاءِ هڪ اهڙو مقام آهي. جنهن تي فقط انبياءِ عليهم السلام ۽ صديقين رضوان عليهم اجمعين ئي پهچندا آهن.

ڪجھ صوفين جو چوڻ آهي تہ" اصطناع جي مرتبي تي فقط حضرت موسىٰ عليہ سلام ٿي پهتل هو، ڇو تہ ان جي باري ۾ الله تعاليٰ جو فرمان آهي.

وَ اصْطَنَعْتُكَ لِنَفْسِيْ ﴿٤١﴾ (سورة طٰہ 41)

**ترجمو:** ۽ (اي موسىٰ) تو کي خلاصو پاڻ لاءِ بڻايم.

جڏهن تہ ڪجھ صوفين جو چوڻ آهي تہ"اصطناع فقط انبياءِ عليهم سلام جي حصي ۾ آهي."

ابو سعيد خراز ﷺ جو چوڻ آهي ، "الله تعاليٰ جي طرفان جيڪا پهرين شيءِ ظاهر ٿي، اها هيءَ آهي تہ هن پانهن کي سندس نفسن ۾ لڪائي ڇڏيو يا وري سندن نفسن ۾ فنا ڪري ڇڏيائين، ۽ ڪين پنهنجي لاءِ تيار ڪيائين ۽ اهو توحيد جي دائمي ظهور جي لحاظ سان توحيد ۾ داخل ٿيڻ لاءِ پهريون قدم آهي."

ڪنهن بزرگ کان هيٺين ڳالهين جي وضاحت پڇي وئي ،

وَ اصْطَنَعْتُكَ لِنَفْسِيْ ﴿٤١﴾ (سورة طٰہ 41)

**ترجمو:** ۽ (اي موسىٰ) تو کي خلاصو پاڻ لاءِ بڻايم.

وَلِتُصْنَعَ عَلٰى عَيْنِيْ ﴿٣٩﴾.(سوره طٰہ : 39 )

**ترجمو:** ۽ (گھريم) تہ منهنجي اکين اڳيان پلجن.

جواب ۾ چيائون تہ: "ان درجي تي پهچڻ جي لاءِ جيڪا محنت ۽ جاکوڙ ڪرڻي پوندي آهي، ان کان نہ ڪوئي نبي بچي سگھيو آهي ۽ نہ ڪوئي ولي."

## اصطفاء :

'اصفطاء' جي معنيءِ آهي چونڊي وٺڻ، منتخب ڪرڻ، هي اسم مشترڪ آهي.

ارشاد خدا وندي آهي:

وَمِنْ اٰبَآئِهِمْ وَ ذُرِّيّٰتِهِمْ وَاِخْوَانِهِمْ ۚ وَاجْتَبَيْنٰهُمْ وَهَدَيْنٰهُمْ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٨٧﴾

(سورة الأنعام : 87)

**ترجمو:** ۽ سندن پيءُ ڏاڏن ۽ سندن اولاد ۽ سندن ڀائرن مان بہ، ۽ کين چونڊيوسون ۽ کين سڌي واٽ ڏانهن هدايت ڪئي سون.

اَللّٰهُ يَصْطَفِيْ مِنَ الْمَلٰٓئِكَةِ رُسُلًا وَّمِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌۢ بَصِيْرٌ ﴿۷۵﴾ (الحج 75)

**ترجمو:** الله ملائڪن ۽ ماڻهن مان پيغام پهچائڻ وارا چونڊيندو آهي، بيشڪ الله ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي.

واسطي رحمة الله عليه جو چوڻ آهي، ”هن تو کان ئي شروعات ڪئي، پنهنجي لاءِ منتخب ڪيائين، پوءِ جن ان چونڊ کي اتم ڄاتو تہ سندس نفس جو ڪجھ تہ الله تعاليٰ جي راھ ۾ خرچ ڪري، ان جا خيال بهتر ٿي هوندا، ۽ جيڪڏهن تون ان کي صرف الاهي عنايت سمجهي قبول ڪرين تہ الله تعاليٰ جي طرفان هدايت هن جي حال ۾ شامل رهندين.“

## مسخ:

اصطلاح صوفيہ ۾ ’مسخ‘ جي معنيٰ قلبن جي بگڙيل صورت ڪري ورتو ويندو آهي، اها سزا اهڙن ماڻهن لاءِ هوندي آهي، جيڪي هن جي در تان تڙيل هوندا آهن، جيتوڻيڪ سندن قلب ڦيرين الله تعاليٰ طرفان رجوع ٿيل هوندا آهن، پر منهن مٽڻ ڪري بگاڙيا ويا آهن ۽ سندن توجھ حقوق خداونديءَ کان ڦيرائي نفساني خواهشن طرف موڙي ڇڏيائين، تنهن ڪري جيڪڏهن ڪوئي هيئن چوي تہ، فلاڻي کي مسخ (بگاڙيو) ويو آهي، تہ ان مان مراد هيءَ هوندي تہ هو دلي طور الله تعاليٰ کان منهن موڙ ڪري چڪو آهي.

## لطيفہ:

اهڙو اشارو جيڪو عقل ۾ ظاهر ٿيو هجي ۽ ذهن ۾ چمڪيو هجي، پر ان جي معنيٰ ڏکي هئڻ ڪري ان کي لفظن جو روپ ڏئي ٻڌائي نہ سگهجي، اهو ’لطيفو‘ آهي.

ابو معيد ابن الاعوالي رحمة الله عليه جو چوڻ آهي، ”حق تعاليٰ توهان کي هڪڙو لطيفو عطا ڪرڻ ٿو گهري، جنهن جي وسيلي تون اها ڳالھ سمجهي ٿو وڃين، جنهن جو الله تعاليٰ جو سمجهائڻ مقصد هوندو آهي.“

ابو حمزه صوفي رحمة الله عليه جو شعر آهي:

تلطفت فی اُمری فابدات ھاھدی،

الی عابئی واللطف بدرك باللطف.

ترجمو: تو منهنجي معاملي ۾ مون تي مهرباني فرمائي، ۽ منهنجي غائب باطن ٿي مون لاءِ شاهد پيدا ڪري ڇڏيئي، ۽ لطيفو تہ الله تعاليٰ جي سمجهائڻ سان سمجھ ۾ ايندو .

## امتحان:

اهڙي آزمائش جيڪا حق تعاليٰ جي پاران اهڙين دلين تي نازل ٿيندي آهي، جيڪي الله تعاليٰ جي طرف متوجہ هونديون آهن. اهڙين دلين جو پريشان ٿيڻ ۽ وراهجڻ ئي انهن لاءِ آزمائش آهي.

چيو ويندو آهي تہ خير النساج عيلہ رحمت جو فرمان آهي تہ، "مان هڪڙي مسجد ۾ ويس تہ منهن جو هڪڙو نوجوان معتقد مون کي چبڙي پيو ۽ چيائين تہ: "اي بزرگ! مون تي مهرباني ڪج چو تہ مان سخت مصيبت ۾ اڙجي پيو آهيان." پڇيو مانس تہ" اها کهڙي مصيبت آهي ؟" وراڻيائين، "منهن جي آزمائش ختم ٿي وئي آهي، هاڻ مان سڪون ۾ آهيان ۽ اوهان ڄاڻو ٿا تہ اها تہ وڏي مصيبت آهي."

آزمائش ٽن قسمن جي هوندي آهي، ڪجھ ماڻهن جي لاءِ هيءَ آزمائش هوندي آهي. ڪجھ ماڻهن کي پاڪ ڪندي آهي ۽ انهن ماڻهن جي گناهن جو ڪفارو بڻجندي آهي. ۽ ڪجھ ماڻهن جي لاءِ وڏيڪ مراتب جي طلب ۽ مٿاهن درجات جو سبب بڻبي آهي.

## حدث:

هر اها شيءَ جا پهرين نہ هئي پوءِ وجود ۾ آئي، 'حدث' سڏبي آهي.

ڪنهن صوفيءَ جو قوُل آهي، "جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي چينبڻ ڪندو آهي، تہ دنيا ۾ ڪانہ ڪا پنهنجي نشاني ظاهر ڪندو آهي، ۽ پنهنجي خاص ٻانهن کي چيپيندو آهي.سندن دلين مان انهن شين جي يادگيري ميساري ڇڏيندو آهي، جيڪي نيون وجود ۾ آيون آهن.

## ڪليت :

ان گڏيل شيءِ جو نالو آهي، جنهن جو باقي ڪو بہ حصو نہ رهيو هجي.
جنهن ڪري جيڪڏهن ڪو هئين چوي تہ 'الڪل' تہ ان جي مراد هوندي تہ معنيٰ ڪانسواءِ ان جو ڪو بہ حصو نہ رهيو .

ڪنهن صوفي جو قؤل آهي: "ڪو بہ پانهو تيسين مڪمل طور تي الله تعاليٰ جو ٻانهو نٿو ٿي سگهي، جيسين هن جو ڪو بہ حصو غير الله لاءِ رهيل هجي."

ڪنهن ٻئي صوفيءَ جو قؤل آهي، "جيڪڏهن تون مڪمل طورالله تعاليٰ ڏانهن متوجھ ٿيندين، تہ هو بہ تو ڏانهن مڪمل طور متوجھ ٿيندو."
هڪ شعر چيائين:

بل كل ماكل من كلى عليك كما،
بكل كالك كلى كان منشاءُ.

ترجمو: منهن جي وجود جا سمورا حصا تو ڏانهن متوجھ آهن،
بنھ ان طرح جيئن الله تعاليٰ جو پورو ارادو مون لاءِ هو.




## تلبيس:

ڪنهن شيءَ جي پنهنجي مخالف شيءِ جو حاصل ٿيڻ.

چيو ويندو آهي تہ واسطي ﷬ جو چوڻ آهي تہ : "تلبيس بنھ ربوبيت آهي."

ان جو مطلب هي آهي تہ الله تعاليٰ مومن کي ڪافر جي لباس ۾ ڪافر کي مومن جي لباس ۾ ظاهر ڪندو آهي، الله تعالي جو فرمان آهي تہ:

وَلَوْ جَعَلْنٰهُ مَلَكًا لَّجَعَلْنٰهُ رَجُلًا وَّلَلَبَسْنَا عَلَيْهِمْ مَّا يَلْبِسُوْنَ ﴿٩﴾

(سورۃ الأنعام 9)

**ترجمو:** ۽ جيڪڏهن کيس مَلڪ ڪريون ها تہ ضرور کيس مڙس (جي شڪل ۾) بڻايون ها ۽ جهڙو شبه (هاڻي) ڪندا آهن تهڙو شبه مٿن قائم رکون ها.

جنيد ﷬ جو چوڻ آهي، ”ان ۾ تشبيهه ڏنل صُورت ۾ ملاوت آهي، ۽ احساس مختلف رنگ ڪندي مليل جليل صورت ۾ آهي، ۽ ان تشبيهه ڏنل صورت جي حالت ۾ جيڪا بدليل صورت ظاهر ٿيندي آهي، اهي ان ڪان انڪري تيزيءَ سان گرفتار ٿينديون آهن، جيئين ماخوذ (گرفتار) ۽ ’مختلس‘ هوندو آهي.

ان ئي معني[1] ۾ فناد جو هي شعر آهي: .

بنا يكشف التلبيس فى كل ماكر،

اذا طاح فى دعوىٰ وطاح انتحاله.

ترجمو: هر فريب ڪار جي فريبڪاري اسان جي وسيلي ئي ظاهر ٿيندي آهي، جڏهن سندس دعويٰ انتساب باطل ٿي وڃي.

**شرب:**

پاڪ روحن ۽ پاڪيزن اسرارن جي انهن ڪرامتن کي حاصل ڪرڻ، جيڪي الله تعاليٰ پاران هنن تي نازل ٿينديون آهن: انهن جي نزول کان پوءِ انهن مان لطف اندوز ٿيڻ کي ’شرب‘ چئبو آهي.

ان ڳالهه ’شرب‘ ( پيئڻ جو پاڻي ) سان انڪري تشبيهه ڏني وئي آهي ته صوفي پنهنجي آقا جي طرفان انوار دلين تي نروار ٿيڻ، انهن جو مشاهدو ماڻي لطف اندوز ٿيندا آهن.

ذوالنون مصري ﷬ فرمائي ٿو ته، ”صوفين جون دليون سمنڊ تي آيون، پاڻ کي خطري ۾ وجهي، اتان ڊوءُ ڪري پاڻي پيتائون. تڏهن سندن ۽ محبوب جي ملاقات جي وچ ۾ آيل هر شيءَ معمولي لڳن.“

ان مقصد وارو هي ڪنهن جو شعر آهي.

شربت كاساً علىٰ ذكراك صوفيته،

فما بعلل فيك القلب تعليل.

فما وجدت لشيءٍ كنك لى شعلا،

لاعشت ان قلت انى عنك مشغول.

ترجمو: مون تنھنجي ياد جو پاڪ ۽ صاف پاڻي پيتو، تنھن ڪري منھنجي دل کي تو پاران ڪا بہ بيماري نہ وچڙندي.

مون کي اھڙو ڪو بہ مشغلو نہ مليو، جيڪو تو کان پري ڪري؛ مونکي پاڻ ڏانھن مائل ڪري. جيڪڏھن مان ھيئن چوان تہ مان تو کي ڇڏي ڪنھن ٻئي سان رڏل آھيان، تہ خدا ڪري مان جيئرو نہ رھان.

## ذوق:

'شرب' (پاڻي پيڻ) جي شرعاتي حالت 'ذوق' آھي.

ذوالنون مصري ﷫ جي چوڻ آھي: "جڏھن الله تعاليٰ پنھنجي ٻانھن کي پنھنجي محبت جو پيالو پيارڻ گھريو تہ اول ڪين ان جي لذت کان واقف ڪيائين ۽ ڪين ان جو مناس چکايائين."

ان مراد سان ھڪڙو شعر آھي.

يعقولون تكلى ومن لم يزق،

مراق الاحبه لم شكل.

ترجمو: ھن جو چوڻ آھي تہ ان جو مثال اھڙي عورت جو آھي، جنھن ٻار وڃايو آھي، يعني ھو ان جيان بيقرار آھي، پر ھنن ڇڻ ٻار ئي نہ وڃايو ، يعني بيقرار ئي نہ ٿيا. جن دوستن جي جدا ئي جو صدمو ئي نہ سٺو ھجي.



## عين:

ان ذات باريءَ ڏانھن اشارو آھي، جنھن طرفان شين جو ظھور ٿيڻ آھي.

واسطي ﷫ جو چوڻ آھي، "الله تعاليٰ جا ڪجھ ٻانھا اھڙا بہ آھن، جن اھو ڄاڻي ورتو آھي تہ الله جي ڪلام جو مرڪز ڪھڙو آھي، تنھن ڪري ھو اصل سر چشمي تائين وڃيو پھچن ۽ الله تعاليٰ ڪين جستجو ۽ ڳولا کان بينياز ڪري ڇڏيو."

جنيد ﷫ جو چوڻ آھي تہ "ابو يزيد بسطامي ﷫ جي حڪايتن مان خبر پئي آھي تہ ھو عين جمع تائين پھچي چڪو ھو، عين جمع توحيد جي

اسمن مان هڪڙو اسم آهي، جنهن جي نعت ۾ صفت ڪي اهل الله سڃاڻيندا آهن." نوري ﷺ جو شعر آهي.

مضى الجميع فلا عين ولا اثر،
معنى عادن فقد ان الالى ارم.

ترجمو: سڀ ڪجھ گذري ويو نہ ڪو عين رهيو نہ ڪوئي نشان.
عاد جي قوم ۾ سندس قديم جنت بہ ميسارجي وئي.

## اصطلام :

هي لفظ ان غلبي وقت استعمال ٿيندو آهي، جيڪو عقلن تي وارد ٿي پنهن جي قوت ۾ غلبي جي ڪري عقلن ڪي ڪسي وٺندو آهي.

ڪنهن صوفيءَ جو قؤل آهي، "ڪجھ دليون تہ آزمائش ۾ قاتل هونديون آهن ۽ ڪجھ مغلوب العقل ( عقلن جي پڪڙ ۾ ) جيڪڏهن اُصلام لاحق ٿي چڪو هوندو آهي تہ عقل گم ٿي ويندا آهن ۽ ميسارجي ويندا آهن.

اذا مابدت لى تعاطمتها،
فاصدر فى حال من لم يرد.
فيصطلم الكله منى بها،
ويحجب عنى بهاما اجد.

ترجمو: جڏهن هوءَ منهنجي آڏو ظاهر ٿيندي آهي تہ مان ڪيس عظيم هستي سمجهندو آهيان، پر جڏهن مان ان ڪيفيت مان نڪرندو آهيان ، تہ منهنجي اهڙي حالت ٿيندي آهي ڄڻ آيو ئي نہ هوس، ان ڪري مان مڪمل پڪڙ ۾ اچي ويندو آهيان ۽ اهي امر جيڪي اڳ مان سمجهندو هوس ، مون کان لڪايا ويندا آهن.

## حريت:

هي ان ڳالھ طرف اشارو آهي تہ ٻانهو حقيقي معنيٰ ۾ الله تعاليٰءَ جو ٻانهو بڻجي چڪو آهي ۽ اهو ان صورت ۾ ٿي تو سگهي، جڏهن دنيا جي ڪا

بہ شيءَ تنهنجي مالڪ نہ هجي، تنهن ڪري جيڪڏهن تون الله تعاليٰ جو پانهو ٿي وئين تہ آزاد ٿي وئين. تنهن ڪري بيان ڪيو ٿو وڃي.

بشر ﷫ سري ﷫ کي چيو ،”الله تعاليٰ توکي آزاد پيدا ڪيو آهي. تنهن ڪري جيئن هن توکي پيدا ڪيو آهي ايئن ساڻس جڙيو رهج.“

مقيم هجڻ جي حالت ۾ پنهن جي گهر وارن سان ريا ڪاري نہ ڪج ۽ نہ ئي سفر ۾ پنهنجي ساٿين سان. الله تعاليٰ جي خاطر عمل ڪج ۽ ماڻهن کي ڇڏي ڏي.

جنيد ﷫ جو چوڻ آهي،”عارف جو آخري مقام حريت آزادي آهي.“

ڪنهن جو قؤل آهي، ”جيسين پانهو غيرن جو غلام بنيو رهندو، هو حقيقي معنيٰ ۾ الله تعاليٰ جو پانهو بڻجي نہ سگهندو.“

## رين :

اها ڪٽ جيڪا دلين تي چڙهي ويندي آهي. الله تعالي جو فرمان آهي:

كَلَّا بَلْ ۜ رَانَ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ۝ (سورة المطففين 14)

**ترجمو:** ائين بلڪل نہ آهي! بلڪ، جيڪي ڪمائيندا هوا تنهن جي ڪَٽ سندين دلين تي ڄمي ويئي آهي.

ڪنهن اهلِ علم جو قؤل آهي،”دل جي حجابن جا ٽي قسم آهن. انهن مان هڪڙي ختم ۽ طبع ( مهر ۽ ڪٽ ) اها ڪافرن جي دلين خاطر آهي، ٻي مهر رين ۽ قسوت ( سنگدلي ) آهي، اها منافقن جي دلين جي لاءِ آهي، ٽيون قسم زنگ ڪٽ ۽ پردو آهي. اهو مومنن جي لاءِ آهي.“

ابن جلاءِ عيلہ رحمت کان پڇيو ويو تہ”اوهان جي والد کي جلاءِ ڇو سڏيو ويندو آهي؟“ جواب ڏنائين،”هو لوهہ کي جلاءِ (ساڙيندو آهي) پر لوهر نہ هو، هو دلين کي پنهنجو ڪلام ٻڌائيندو هو تہ انهن جي گناهن جي ڪٽ سڙي ويندي هئي، کين پاڪ ڪري ڇڏيندو هو.“

## غين:

هن جي تعريف ۾ گهڻو ڪجهہ چيو ويو آهي. هي لفظ هڪ ضعيف حديث ۾ آيو آهي، جيڪا نبي ڪريم ﷺ کان مروي آهي، تہ پاڻ فرمايائون

”منهن جي دل تي ڪڪر ڇانئجي ٿا وڃن، تہ مان ڏينهن ۾ سئو ڀيرا استغفار (توبهہ) ڪندو آهيان ۽ هن (الله تعالیٰ) ڏانهن متوجهہ ٿيندو آهيان.“

عالمن ان جي شرح ۾ چيو آهي تہ ”جهڙا ڪڪر حضور ﷺ جي دل تي ڇانئجي ويندا هئا ۽ پاڻ انهن لاءِ توبهہ ڪندا هئا. ان جو مثال اهڙي آئيني جو آهي، جنهن جي آڏو جڏهن ڏسڻ وارو ساهہ ڪڍندو آهي، تہ ان آئيني جي چمڪ ۾ گهٽتائي (عڪس ڏسڻ ۾) تي ويندي آهي، پر وري آئينو ساڳي حالت ۾ اچي ويندو آهي.“ هڪ ٻئي گروهہ جو چوڻ آهي تہ ”غين جو حضور ﷺ جي دل تي ظاهر ٿيڻ ممڪن ناهي، ڇو تہ سندن دل کي باري تعالیٰ جي ديدار جي خصوصيت حاصل هئي.“ الله تعالیٰ جو فرمان آهي.

مَا كَذَبَ الْفُؤَادُ مَا رَاٰى ﴿١١﴾ (سورة النجم 11)

**ترجمو:** جيڪي (پيغمبر جي) دل ڏٺو سو اُن ڪوڙ نہ ڄاتو.

ڪنهن کي ان ڳالهہ جو حق ناهي تہ هو حضور ﷺ جن جي دل بابت ڪا فتویٰ ڏئي ۽ ان جي ڪائي وصف يا نعت بيان ڪري يا ڪنهن جاندار شيءَ سان تشبيهہ ڏئي يا ان جي لاءِ ڪو مثال بيان ڪري يا ان جو ڪوئي مخفي (ڳجهو) يا ظاهري سبب ٻڌائي. ابو علي رود باري عيلهہ رحمت 'اغانہ' جي معنیٰ بابت چوي ٿو:

الغين يحبس عن تحسيل بسته،
لقلب لا ييس حق بان عن علله .
فان ترآئت بسبق الحق رويتها،
كان التغيتن فى الصريف عن تقله.
لكنتى قلت مالا حت طوالعه،
من المؤمل تبنيه الى امله.
والثوب منه على معنى الو فاق وما،
تبدى سرا يرها غينا لمحتمله.

ترجمو: غين (دلين تي ڇائجي ويندڙ ڪڪر) حق جي صحبت ۾ رهندڙ علتن کان پاڪ انهن قلبن تي ڇائنجڻ کان جهليا ويندا آهن.

2. ۽ جيڪڏهن اهي علتن (عادتن) تي الله تعاليٰ ( جو ديدار) سبقت حاصل ڪري وڃي، ته اهڙن قلبن تي ڪٿ جا ڪڪر پنهنجي،بار ڪري ڦري وڃن.
3. پر مان ٿو چوان ته مقصد ۽ مراد ڪان جيڪي انوار ظاهر ٿيندا آهن (چمڪندا آهن)اهي هن جي تمنا ڪي سجاڳ ڪرڻ جو سبب بڻبا آهن.
4. هن ڏانهن ورڻ ، هن سان ملڻ جي برابر ٿيندو آهي ۽ هن جا اسرار ، صاحب اسرار وارن لا ڪو ئي بہ ڪٿ جو ڪڪر ظاهر ڪرڻ نہ ڏيندا آهي.

## وسائط:

دنيا ۽ آخرت جا اسباب جيڪي الله تعاليٰ ۽ بندي جي وچ ۾ آهن اهي 'وسائط' ڪوٺبا آهن.

ڪنهن بزرگ کان 'وسائط' جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ "هن جواب ۾ وراڻيو تہ 'وسائط' ٽن قسمن جا آهن. 'وسائط'مواصلت،اتصال ( ميلاپ... ويجهائپ) جا 'وسائط' ۽ جدائي پيدا ڪندڙ 'وسائط' مواصلات تہ واردات (ظهور) آهن. جيڪي حق تعاليٰ پاران ٻانهي تي عنايت ڪيا ويندا آهن. 'وسائط' ميلاپ عبادتون آهن، جيڪي ٻانهي کي حق تعاليٰ سان جوڙي رکنديون آهن ۽ منصفلات 'خظوظ' مان مراد خواهش نفساني آهن.

انو علي رود باري ﷺ جو چوڻ آهي تہ" الله تعاليٰ اها پاڪ ذات آهي جنهن 'وسائط' يعني سببن کي عارفن لاءِ رحمت ڪري بڻايا آهن، جيئن اهي هن تائين رسائي حاصل ڪري سگهن."

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٽُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَـن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڳُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)